پيش ٿيو. ٺٽي جي مخدوم ضياءالدين، مخدوم حاجي محمد هاشم، شيخ عطاءالله مفتي، شيخ عنايت الله مفتي ۽ شيخ محمد عارف مفتي، نصرپور جي شيخ عزت الله مفتي ۽ مخدوم عبدالخالق، نوشهري جي مخدوم ابوالمعالي، گهاري جي مخدوم عبدالرحيم، ڪوٽڙيءَ جي مخدوم محمد عاقل ۽ ڪاهي راهوءَ جي مولوي محمد ڪامل يڪراءِ فتوا ڏني ته "بالچند مڃي يا نه مڃي، پر هو اُنهن اکرن چوڻ ڪري مسلمان ٿي پيو ۽ هن تي اسلام جا احڪام جاري ڪيا ويندا- انڪار جي صورت ۾ هن کي مرتد شمار ڪيو ويندو، جنهن جي سزا قتل آهي." هيو هڪڙو اهڙوئي واقعو شاهه جي زندگيءَ واري دور جو ئي (ساڳئي اُنهيءَ بياض ۾ آيل) آهي ته 1159هه (مطابق 1746ع) ۾ ٻن ماڻهن ٺٽي جي عالمن ۽ قاضين آڏو هڪ هندو عورت بابت اِها شاهدي ڏني ته اُن احمد نالي هڪ مسلمان سان تڪو ڳالهائيندي، هن کي بي ايمان سڏيو، جنهن تي احمد ڪانئس پڇيو ته 'ڇا، تون ايمان رکين ٿي؟' جواب ۾ مائيءَ سنڌيءَ ۾ چيو ته 'ها، اسين ايمان ٿا رکون.' هاڻي سوال اِهو اُٿيو ته، اُها هندو مائي اُن جملي چوڻ ڪري مسلمان ٿي ويئي يا نه؟ عالمن جواب ڏنو ته 'اُها هندواڻي (ذميہ) اُن جملي چوڻ سان مسلمان ٿي پيئي- حاڪمن تي لازم آهي ته هنن شاهدن جي شاهديءَ تي اُن عورت مٿان اسلام جا احڪام جاري ڪيا وڃن.' مذهبي ڦيتاڙيءَ ۽ ڏڪار جا هي ٻه ڪي خاص مثال نه آهن. "بياض هاشمي" ۽ ٻيا اهڙا اُن دور جي فتوائن جا بياض اهڙن ڪيترن ئي مثالن سان ڀريل آهن. ۽ اِها صورتحال رڳو سنڌ جي يا رڳو اُن دور جي به نه هئي. اُن کان به اڍائي سؤ سال کن اڳ، سنڌ جي سمي حاڪم ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي (دور حڪومت: 1460ع - 1507ع) جي همعصر شمالي هندستان جي حاڪم سڪندر لوڌيءَ جي دور متعلق "طبقات اڪبريءَ" ۾ آيل آهي ته "هڪڙو برهمڻ ٻوڌن نالي ڪانير شهر ۾ رهندو هو. هڪ ڏينهن ڪن مسلمانن جي اڳيان اقرار ڪيائين ته 'اسلام سچو آهي ۽ منهنجو ڌرم پڻ صحيح آهي' ('اسلام حق است و دين من نيز درست است'). هن جو اهو گفتو ڪنهن طرح عالمن جي ڪنن تائين پهتو. جن مان لکنوتيءَ جي رهندڙ ٻن مولوين 'قاضي پياري ۽ شيخ ٻڍي' وٺي ڪٺي ڳالهه ڪي ڪنيو، ۽ هو سڏو اُتان جي نواب اعظم همايون وٽ ويا، جنهن اُن 'جٽئي پائيندڙ' (ٻوڌن) کي ساڻن گڏي، سلطان (سڪندر لوڌيءَ) ڏانهن سنڌس گاديءَ جي شهرسنڀل

ڏانهن روانو ڪيو. ڇاڪاڻ تہ سلطان مذڪور کي عملي مذاڪرن سان ڏاڍي رغبت هوندي هئي، انهيءَ ڪري، هن ناميارن علمائن کي هر طرف کان گهرائي ورتو، جن ۾ ميان قادن بن شيخ خوجو، ميان عبدالله بن الله داد تلنبي، سيد محمد سعيد خان دهليءَ وارو ۽ سيد ميران بن سيد احسن قنوج وارو مکيہ هئا. ٻيا جملي علما جيڪي سدائين سلطان سان گڏ هوندا هئا، مثلاً سيد صدر الدين قنوجي، ميان عبدالرحمان سيڪريءَ وارو ۽ سنيل جو ميان عزيزالله- اهي سڀ پڻ اُن معرڪي ۾ شامل ٿيا. گهڻيءَ تحقيق کان پوءِ علمائن جو اتفاق اِن تي ٿيو تہ 'هُن (ٻوڏن) کي ٻڌي (حبس ڪرده) اسلام جي آڇ ڪئي وڃي. ۽ جيڪڏهن (قبولڻ کان) انڪار ڪري تہ هن کي قتل ڪيو وڃي، قصو ڪوتاهہ، ٻوڏن اسلام قبولڻ کان انڪار ڪيو ۽ قتل ٿي ويو. سلطان پوءِ مذڪوره علمائن کي انعام اڪرام ڏيئي، پنهنجي پنهنجي شهر ڏانهن وڃڻ جي موڪل ڏني..." سنڌ ۾ ڪلهوڙن کان پوءِ ميرن جي دور حڪومت بابت، سچل ۽ ساميءَ جي وقت جي انگريز مصنف ڊاڪٽر جيمس برنس جا تاثرات پڻ اهڙيءَ ساڳيءَ صورتحال جي نشاندهي ڪن ٿا. ميرن جو ذڪر ڪندي، اُهو انگريز ڊاڪٽر لکي ٿو تہ "هو فطرتاً نيڪ، بامروت ۽ خوش خلق هئا، پر مُشرڪن جي باري ۾ سختيءَ کان ڪم وٺندا هئا. لاڙ ۾ جيڪڏهن ڪنهن بدنصيب هندوءَ کان ڪا معمولي خطا ٿيندي هئي، تہ اُن کي جهلي، ڪلمو پڙهائي. طهرائي ڇڏيندا هئا...ميرن جو ڏاڍ سڀ کان وڌيڪ سندن تبليغي سرگرمين مان ظاهر ٿئي ٿو. عقل اِن ڳالهہ کي سمجهڻ کان قاصر آهي تہ هندو هِن ملڪ ۾ ڇو رهيا پيا آهن؟ ان لاءِ فقط هڪ سبب ٿي سگهي ٿو- جنم ڀوميءَ لاءِ سندن محبت..... ڪٿي بہ ٻہ مومن جيڪڏهن شاهدي ڏين تہ هڪ هندوءَ قرآن جون ڪي آيتون يا ڪلمو پڙهيو آهي، تہ اُها شاهدي هن کي هڪدم سنت تي ويهارڻ لاءِ ڪافي آهي...." سنڌ جي تاريخ جي اها هڪ ثابت ٿيل حقيقت آهي تہ اهڙي ئي هڪ مذهبي ڪدورت واريءَ روش سنڌ کي سيٺ نائون مل جهڙو هڪ 'غدار' پيدا ڪري ڏنو. اُن سيٺ نائون مل کان ٿي صديون اڳ سنڌ جي آزاد قومي رياست خلاف، عقائدي اختلاف جي نتيجي ۾ ئي، سنڌ کي قاضي قاضن بہ نصيب ٿيو، جيڪو هڪ ڌارئين حملہ آور، سنڌ جي قاتل دشمن شاهہ بيگ ارغون سفاڪ سان همنوائي ۽ سهڪار ڪرڻ تي آماده ٿيو. اُهو ئي مذهب جو

عقائدي اختلاف هو، جنهن تي ڀروسو رکندي، اڪبر جي خونخوار سپهه سالار عبدالرحيم کي سنڌ جي ڪن سجادن ۽ خانقاهه نشينن کان سنڌ کي غلام در غلام رکڻ ۽ سنڌ جي عام مخلوق کي ڦرڻ لٽڻ ۽ کهڻ ۽ ڪچلڻ لاءِ دعائن گهرڻ جي ضرورت محسوس ٿي ۽ هُن کي اُنهن ڪمن لاءِ اُهي دعائون ۽ دعائن سان گڏ مددون به مليون!

• • •

شاهه، سچل ۽ سامي پنهنجي سماج جا حساس ۽ سچا شاعر هئا. هنن کي اُن جي ڏک ۽ اُن جي اُمنگ جي خبر هئي. هنن اُن جي اُمنگ جي ترجماني ڪئي ۽ اُن جي ڏک جو علاج تجويز ڪيو. سنڌي سماج کي هڪ آزاد ۽ باعزت سماج ٿي رهڻو هو. اُن مان نفاق ۽ ٻيائيءَ کي ختم ٿيڻو هو. اُن کي دوئيءَ جي بدران وحدت جي ضرورت هئي. اُن ۾ پنهنجي اجتماعي وجود جو شعور پيدا ٿيڻو هو. اُن ۾، فرد ۽ گروهه جي مفاد کي جماعت جي مفاد تي قربان ٿيڻ سڪڻو هو، يعني اُن جي سيني انفرادي غرضن کي گهڻجي هڪ گڏيل ۽ جامع غرض جي صورت وٺڻي هئي- ته جيئن گهٽي ۾ گهٽا مفاد ۽ گهٽي ۾ گهٽيون خود پسنديون اُن ۾ سمائجي وڃن ۽ راضي ٿين، ۽ نيٺ پنهنجو وجود اُن ۾ گم ڪري ڇڏين. اُن جي بهتر شهرين ۾ فرض جو احساس جاڳڻو هو، جنهن کي وطن دوستي يا قوم لاءِ قربانيءَ جو جذبو چئبو آهي، ۽ جيڪو هر باشعور قوم ۾ هڪ نسلي خوبيءَ طور موجود هوندو آهي. اُهو رواجي طرح تي ٻين سيني کان علحدگيءَ جو جذبو هوندو آهي جيڪي پنهنجا نه هوندا آهن، پر تربيت ياتل ذهنن ۾ اُهو ڪنهن جامع مقصد سان وفاداريءَ يا وابستگيءَ جي صورت ۾ نمودار ٿيندو آهي. سنڌي سماج کي تاريخ ۾ پنهنجي لاءِ اعليٰ مقصد جي حاصلات جو فرض قبولڻو هو- انساني تهذيب جي هڪ خاص نموني طور، پنهنجي مخصوص تهذيب جي حفاظت ۽ ترقيءَ جو مقصد، جيڪا اُن جي پرعزم دفاع ۽ اجتماعي حمايت کان سواءِ ڍهي سگهي ٿي ۽ ڳري ڳري خسيس درجي کي پهچي سگهي ٿي. اُن کي پنهنجي بقا جي حق ثابت ڪرڻ لاءِ پنهنجي سگهه ۽ صلاحيت قائم رکڻي هئي- ڇاڪاڻ ته نلهيءَ صلح - جوئيءَ سان قومون ڪنهن به مقصد ڏانهن وڌي نٿي سگهيون، بلڪ اڪثر رڳو ڌاڙن ۽ بدمعاشن جو لقمو ٿي سگهيون ٿيون ۽ ٿي ويون ٿي. اُن کي اندروني امن ۽ اتحاد لاءِ قانون ۽ انصاف

جي بالادستي قائم رکڻي هئي ۽ مختلف نظرين ۽ خيالن کي تصادم ۾ اچڻ کان روکڻ لاءِ سهپ ۽ رواداريءَ جي فضا اياڻي ۽ سدا موجود رکڻي هئي. سنڌي سماج ۾ نئين انسان جي تعمير ٿيڻي هئي- اوچي پد واري انسان جي، جنهن جا آدرش اوچا هجن، ويچار اوچا هجن ۽ عمل به اهڙا اوچا هجن؛ جيڪو محبت، مروت، رواداريءَ، صبر، حوصلي، همت، ايثار ۽ اورچائيءَ جو مالڪ هجي؛ جيڪو پر آپڪاري، امن پسند، خير ڪندڙ ۽ خير گهرندڙ هجي؛ جيڪو محب وطن هجي، فرض شناس هجي ۽ پنهنجي آزاد، ڪشاده دل ۽ باعزت سماج ۾ آزاد، پرخلوص ۽ باعزت زندگي گذارڻ جو لائق هجي. شاهه، سچل ۽ ساميءَ پنهنجي وطن عزيز ۾ اهڙو هڪ سماج ٺاهڻ گهريو ٿي ۽ اُن ۾ اهڙي هڪ اعليٰ انسان جي تربيت ڪرڻ گهري ٿي.

●●●

سنڌ جا هي عظيم شاعر مذهبي ماڻهو هئا- خاص طرح اِنهيءَ معنيٰ ۾ ته هُنن پنهنجي پيغام لاءِ مذهبي اصطلاح کي پڻ ڪم ۾ آندو آهي، پر هُنن اهو پيغام سنڌي ٻوليءَ ۾ ۽ سنڌ جي ماڻهن کي ڏنو آهي، جن کي اُن جي ضرورت هئي. شاهه ۽ سچل کي ڪافي ڪجهه اسلام سمجهائڻو هو ۽ ساميءَ کي ڪافي ڪجهه هندو ڌرم، ۽ ٽنهي کي خالص مذهب جي (اڻ ڏٺي ۾) ايمان واري اصل الاصول کي به سمجهڻو ۽ سمجهائڻو هو. مقصد سندن اُنهيءَ خاص ڪم ۽ ڪاوش جو هيءُ هو ته سنڌ جا ماڻهو محسوس ڪن ته ٻيئي مذهب هرويرو منجهن ڪو ويڇو وجهي نٿي سگهيا- خاص طرح تڏهن جڏهن اُنهن کي عقل جي اک سان ڏٺو ٿي ويو- يعني تهذيب سان جيتري قدر اُنهن جو واسطو يا اشتراڪ هو اوتري قدر هو ڪين پاڻ ۾ ڳنڍي به سگهيا ٿي ۽ ڳنڍيو به بيٺا هئا، ۽ اهو اُنهن جو ڳانڍاپو سندن سماج لاءِ وڏي نعمت هو بلڪ اهو اُن جي وجود جي بقا جي هڪ ضمانت ٿي سگهيو ٿي. پر رياست يعني سرڪاري اقتدار جي معاملي ۾، يعني اُن جي شراڪت سان اُنهن مان هڪڙي جي فوقيت ۽ ڏاڍائي منجهن نفاق جو سبب بنجي رهي هئي، جنهن نفاق مان ڪين يعني سندن سماجي وجود کي ڪڏهن به ڪو فائدو رسڻو ڪونه هو، بلڪ اُن جي نتيجي ۾ آخرڪار اهو ڍهي، واوڪر ٿي، اچي پٽ پوڻو هو ۽ اُن صورت ۾ باقي سندن وجود انساني دنيا ۾ بيڪار، بي معنيٰ ۽ بي وقار ٿي وڃڻو هو. تاريخ سنڌي ماڻهن کي شاهه جي زندگيءَ ۾ ئي ثابت

ڪري ڏيکاريو تہ ڪيئن جهوڪ جي صوفي مجاهدن ۽ حڪمران ڪلهوڙا فقيرن جي مذهبي نفاق سنڌ جي آزاديءَ ۽ قومي بحاليءَ کي ويھہ سال پوئتي هٽائي ڇڏيو. ۽ اُن ويهن سالن جي محروميءَ سنڌن سڄيءَ قسمت کي اهڙي ڏوجهري ۾ وجهي ڇڏيو، جنهن جو ڪو اندازو ئي نٿو ٿي سگهي. سچل ۽ ساميءَ جي ئي زندگيءَ ۾ سنڌ جي ماٿهن ڏٺو تہ ڪيئن مذهبي ڪٽرپڻي منجهن نائون مل پيدا ڪيو. ۽ سنڌن سؤ سالن جي غلاميءَ لاءِ سرزمين هموار ٿي، جنهن جي ابتدا ساميءَ تہ پنهنجي اکئين بہ ڏٺي. پنهنجي جديد تاريخ ۾ سنڌ جي ماٿهن هي بہ ڏٺو تہ ڪيئن مذهبي دوئيءَ جي تفرقي ۽ نفرت ڪين پيجي بہ اڌ ڪري ڇڏيو ۽ پنهي 'ڌرين' کي موت ۾ سواءِ هولناڪ خوف ۽ بيوسيءَ جي پيو ڪجهہ بہ نصيب ڪونہ ٿيو. سنڌ جي ماٿهن اڳيان سنڌن گڏيل ڀلائيءَ جي اِها راھہ، جيڪا سنڌن عظيم هادي شاعرن ڪين ڏيکاري، ۽ جيڪا سنڌن رواداريءَ، محبت ۽ اتحاد جي راھہ آهي، سا اڄ بہ سنڌن اڳيان موجود آهي، ۽ هو اڄ بہ اُن تي هلي، پنهنجو هڪ سگهارو، خوددار ۽ باعزت سماج قائم ڪري سگهن ٿا ۽ وسيع انساني برادريءَ ۾ پنهنجي مخصوص تهذيب جي حفاظت ۽ بهتريءَ جي اعليٰ فرض جي پوئواري بہ ڪري سگهن ٿا.

فن ۽ شعر جي مطالعي ۾ عام طرح، ۽ خاص اسان وٽ، شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي مطالعي ۾، اُنهن جي فن ۽ شعر تي مذهب جو اثر گهٽو ڳوليو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي. مذهب جو فن ۽ شعر تي اثر، اِها ڳالهہ تہ برابر، پر فن ۽ شعر جو مذهب تي اثر بہ گهاٽو ۽ گهٽو ٿئي ٿو، بلڪ سڄيءَ تهذيب، يعني ڪنهن خاص سماج جي مادي ۽ ذهني (روحاني) اپت يا تخليق جو اثر مذهب، ۽ پڻ رياست، پنهي تي لازمي طرح پوي ٿو- ۽ اُنهن تي، ڪن حالتن ۾ ٿوري يا گهڻي قدر ۽ ڪن حالتن ۾ تہ پوريءَ طرح، پنهنجي قومي تهذيب جو رنگ غالب هوندو آهي. قومي تهذيب ۽ قومي رياست وانگر مذهب بہ قومي ٿين ٿا. توڙي جو اُهي ڪنهن 'عالمي مذهب' جا ملحدانا، يا بدعتي تفسير يا تعبير ئي چو نہ هجن. اِهو ئي سبب آهي، جو راسخ (جامد، بينل) عقيدي وارن، مذهب جي تهذيبي، يعني اَفاده' عام، واري (متحرڪ ذي روح) هر تفسير کي ڪفر ۽ الحاد سڏيو آهي، ۽ اهڙي هر تفسير ڪندڙ شاعر، مفڪر يا سماج سڌارڪ کي ڪافر ۽ ملحد چيو آهي. سنڌ دشمن شاهہ بيگ ارغون، سنڌ جي فدائيءَ، شهيد اعظم، مخدوم بلال کي ڪافر چوارائي، گهاڻي ۾ پيڙايو. شاهہ عنايت شهيد تي اگهاڙيءَ ترار سان جلاد کي بيهاري، نواب

اعظم خان پڇيو تہ ” ’اولوالامر‘ جي حڪم کان تو ڇو منهن موڙ ڪئي؟“ تہ شاهہ شهيد جواب ۾ چيو تہ ”اسين مريد ڪعبي ڏانهن ڪيئن ٿا منهن ڪري سگهون، جڏهن اسان جي هاديءَ جو منهن ميخاني ڏانهن هجي!“ سنڌ جي هن امر شهيد جو سر تن کان جدا ڪرائڻ بعد، نواب اعظم خان شهر ۾ پڙهو گهمارايو تہ ڪو بہ ماڻهو. ”يا الله“ جو نعرو نہ هڻي- جيڪو حڪم عدولي ڪندو، اُن جو سر ترار سان قلم ڪيو ويندو- ڇاڪاڻ تہ ”ياالله!“ شاهہ شهيد ۽ سندس وطن دوست مجاهدن جو نعرو هو. شاهہ شهيد جي شهادت وقت، عمر جي ڦوهہ جوانيءَ ۾ بيٺلَ شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي دل مان جيڪا آهہ نڪتي هئي، اسان کي معلوم آهي: ”جهڄان ڀسيو جهوڪُ، آيل سنگهارن جي!“ شاهہ سائينءَ جو ٻيو همعصر محب وطن درويش حضرت خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو هو، جنهن جي ملاقات جي ياد جو سنڌن بيت مشهور آهي:

مون سي ڏٺا ماءَ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪاءَ، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي.

حضرت خواجہ صاحب جن جي ڳالهہ آهي تہ ”هڪ ڀيري هڪ هندو وٽن لنگهي آيو ۽ وينتي ڪيائين تہ ’قبلا‘ هن ٻندي کي اسم اعظم جي هدايت ڪريو!‘ حضرت جن هُن کي هدايت ڪئي. جڏهن هو موڪلائڻ لڳو، تڏهن فرمايائونس تہ ’ظاهر ظهور تون بيشڪ هندو ڌرم جي ڪريا ڪرم تي قائم رهندو اچ پر باطن ۾ اسان جيڪا توکي امانت عطا ڪئي آهي، سا حفاظت سان سانديندو اچج!‘ هي حرف ٻڌي، حافظ پنوهر نالي هڪڙي همنشين اعتراض وٽي عرض ڪيو تہ ’قبلا هيءَ وري ڪهڙي قسم جي مسلماني آهي؟‘ حضرت جن ٻاجهہ ڀريون اکيون مٿي ڪٽي فرمايو تہ ’ميان، مسلمانيءَ جي توکي ڪهڙي خبر؟‘ “ حضرت خواجہ جن ڏانهن هيءُ بہ قول منسوب آهي تہ ”دين قائم آهي حق جي ماڻهن سان ۽ نہ لٺ ۽ لڙائي سان.“ ظاهر آهي تہ سنڌ جي مُحب وطن سمي سلطان ڄام نظام الدين ۽ سنڌ جي دشمن شقي القلب ۽ سنڌي ماڻهن جي قاتل سفاڪ شاهہ بيگ ارغون جو مذهب ساڳيو نٿو ٿي سگهي، نہ ئي مخدوم بلال ۽ قاضي قاضن جو، يا نواب اعظم خان ۽ شاهہ شهيد صوفيءَ جو مذهب ساڳيو ٿي سگهي ٿو. جن ملن ۽ مفتين ’ايمان واريءَ‘ هندو مائيءَ ۽ ’واڌئي‘ ٻالچند کي زوري ’مسلمان‘ ڪري ڇڏيو، تن جو ۽ سلطان الاوليا خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري جو مذهب بہ ساڳيو نٿو ٿي سگهي، جنهن پنهنجي هندو معتقد کي، اسم اعظم

جي امانت ڏيئي، چيو تہ ’پلي هندو ڌرم جي ڪريا ڪرم تي قائم رهندو اچ.‘ ”تحفة الڪرام“ ۾ ٺٽي جي هڪڙي ”اهل حال“ بزرگ شاهہ اسماعيل صوفيءَ جو ذڪر آيل آهي تہ اُهو شاهہ شهيد صوفيءَ جي مخلصن مان هو، ۽ شاهہ لطيف ڀٽائيءَ جي ساڻس دوستي هئي: هو ”مثنويءَ جو درس ڏاڍيءَ محويت سان ڏيندو هو... هڪ ڏينهن درس ڏيندي، اوچتو سندس طبيعت پريشان ٿي ويئي، ۽ سڄي بدن تي ڏَنا ٿي پيس، جن کي لڪائڻ لاءِ رلهي گهرائي، ڍڪي ويهي رهيو. نيٺ معلوم ٿيو تہ اُن وقت شهر جو قاضي ٺٽي جي ڪوتواريءَ ۾ چبوتري تي هڪ ماڻهوءَ کي سرڪاري ملازمن هٿان سواءِ ڏوهہ جي رڳو سياسي ضد سبب ڪوڙا هڻائي رهيو هو، ۽ اُهي ڪوڙا اُن بزرگ جي پٺ تي ظاهر ٿي رهيا هئا.“ سچ پچ بہ تہ اُن ”اهل حال“ بزرگ، شاهہ اسماعيل صوفيءَ، جو مذهب ٻيو هو ۽ اُن شهر جي قاضيءَ جو مذهب ٻيو هو، جنهن سان سرڪاري ملازم صلاحي ۽ سهمت هئا يا هو انهن سان سهمت ۽ صلاحي هو، ۽ جيڪو ٻيهي هڪڙي بيگناهہ کي ڪوڙا هڻائي رهيو هو. شاهہ بيگ ارغونَ، قاضي قاضنَ، نوابِ اعظم خانَ، ٺٽي جي قاضيءَ ۽ ٻين فتواباز ملن ۽ مولوين جومذهب اُهو ئي هو، جيڪو غاصب، ڪاٺو ۽ قابض گروهي مفاد ۽ اُن جي رياستي اقتدار کي هٿيار طور ڪم تي آيو: ۽ ڄام نظام الدين، مخدوم بلال، شاهہ شهيد، خواجہ محمد زمان، شاهہ اسماعيل صوفيءَ ۽ ٻين ”اهل حال“ بزرگن جو مذهب اُهو هو، جيڪو ”افادهٔ عام“ جي رنگ ۾ رڱيل هو، جنهن ۾ وقت جي حالتن جو اثر ڏسجي رهيو هو، جيڪو سنڌي ماڻهن جي تهذيب سان هم آهنگ ٿي رهيو هو، جيڪو انهن جي قومي مذهب جو روپ وٺي رهيو هو. شاهہ شهيد صوفي جنهن لاءِ چيو ويو آهي تہ پاڻ بہ وڏو شاعر هو ۽ راڳ جو متوالو هو، شاهہ اسماعيل صوفي جيڪو مثنوي ڏاڍيءَ محويت سان پاڙهيندو هو، خواجہ محمد زمان جيڪو پاڻ بہ شاعر هو، ۽ اُن سونهاري سٽ جا ٻيا بزرگ، جهڙوڪ ٺٽي جو مخدوم محمد معين، سيوهڻ جو مخدوم ميان دين محمد، اگهم ڪوٽ جو مخدوم ميان پير محمد، ڪوٽڙي ڪبير جو مخدوم ميان محمد، روهڙيءَ جو مير جان الله شاهہ رضوي، گهوٽڪيءَ جو ميان موسيٰ شاهہ جيلانيءَ ۽ ٻيا اهڙا ڪيئي اهل دل ۽ اهل حال بزرگ، صوفي باصفا ۽ عالم باعمل سڄيءَ سنڌ ۾ شاهہ سائينءَ جا نہ رڳو ساٿياري پر دوست ۽ ساٿي هئا، جن سيني سنڌ ۽ سنڌي سماج جي قومي بحاليءَ ۽ قومي بقا لاءِ سنڌي ماڻهن جو قومي اتحاد قائم ڪرڻ گهريو ٿي. اُهو اتحاد هُنن سنڌي ماڻهن جي قومي تهذيب جي بنياد تي قائم

ڪرڻ ٿي چاهيو، ۽ دعويٰ ۽ دستور واري مذهب جي ڪابہ ڳالهہ جيڪا سندن نظر ۾ اُن اتحاد جي راهہ ۾ رڪاوٽ بنجي ٿي بيٺي، اُن ڪي هنن رد ڪرڻ ٿي گهريو- بلڪ رياست ۽ مذهب ٻنهي ڪي هنن چاهيو ٿي تہ اُهي تهذيب جي ضابطي ۽ تاديب هيٺ رهن ۽ اُن جي اوسر ۽ واڌاري لاءِ ڪم اچن. هُنن سنڌي ماڻهن جي اجتماعي قوت کي قومي رياست جو ۽ سندن ڪثيرالاعتقاديءَ کي قومي مذهب جو روپ ڏيڻ ٿي چاهيو، تہ جيئن سندن قومي اتحاد آڏو ڪو خطرو باقي نہ رهي ۽ هو پنهنجي مادي ۽ روحاني فلاح ۽ ترقيءَ جي راهہ ۾ پوري ڀروسي ۽ بيخوفيءَ سان اڳتي وڌن ۽ بني نوع انسان جي آفاقي مسرت ۽ ڪمال ۾ پنهنجي وس آهر پنهنجي حصي جو فرض ادا ڪري سگهن. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي دور جي سنڌ ۽ سنڌي سماج جي انهيءَ سچي امنگ جو عظيم ترجمان يعني اُن جو عظيم شاعر، عظيم فنڪار ۽ عظيم مفڪر هو. سچل ۽ سامي بہ سنڌ ۽ سنڌي سماج جي اُنهيءَ اجتماعي امنگ جا عظيم ترجمان ۽ شاعر هئا.

● ● ●

سنڌ جي محب، ايچ. ٽي. سورلي، پنهنجي عاليشان ڪتاب Shah Abdul Latif of Bhit جي تاريخ واري ڀاڱي جي مهڙ ۾ انگريزيءَ جا ٻہ ننڍا شعر ڏنا آهن.

هڪڙو ’آئزڪ واٽس‘ (Issak Watts) جو:

”وقت“، هڪ سدا وهندڙ درياءَ وانگر،
پنهنجي سڄي وياءَ کي پاڻ سان لوڙهيندو نيندو ٿو وڃي-
هڪ خواب وانگر اُهي اُڏامندا ۽ وسرندا وڃن ٿا،
جيڪو صبح ٿيڻ سان گم ٿي ويندو“

۽ ٻيو ٽينيسَن (Tennyson) جو:

”ڏينهَن پنهنجي سڄي رنگ ترنگ سان اڏامندا، گم ٿيندا ٿا وڃن،
پر، شايد، اهڙي ڪا ’ڀاڃي وجهندڙ سَرت‘ آهي،
سا ڪڏهن ڪڏهن آٿي ڏئي ٿي (ڪيس بہ خبر نہ آهي تہ ڪٿان!) هڪڙو
ڪو ننڍڙو مٺ ڀريل پيالو، هڪڙي ڪا پُرڪيف غيبي سَرڪ!“

وقت برابر ويندو رهي ٿو ۽ ڏينهن برابر گذرندا ويندا ٿا رهن، پر ماضيءَ جي اُڇلايل پاسيرن ڍيرن ۾ بہ ڳولڻ سان اهڙا ڪي هيرا ڪڏهن ڪڏهن ملي وڃن ٿا، جن جي روشنيءَ جا شعاع، پنهنجي پنهنجي جاءِ تي، اسان جي آئيندي جي قدمن جا رهبر ثابت ٿي سگهن ٿا. ڪنهن گمنام کان گمنام ماڻهوءَ جو هڪ ٻول، ڪنهن معموليءَ کان معمولي مصنف جي ڪا هڪ سٽ بہ اسان لاءِ اهڙي شعاع وارو ڪو انمول هيرو ثابت ٿي سگهي ٿي. عظيم ماڻهن جي هٿن جو تہ جو ڪجهہ اسان جي ورثي ۾ ڇڏيل آهي، اُن جي افاديت ڳڻپ جي ٺي ڪانهي- توڙي جو سوين هزارين ڀيرا اُن جو مطالعو ڪيو ويو هجي. ڪهڙي خبر تہ اُن ۾ اهڙي ڪا اهم ڳالهہ هجي، جيڪا سؤ سال پوءِ ڪنهن کي اُن ۾ نظر ايندي. اعليٰ تخليقن جو انهيءَ ڪري وري وري مطالعو ڪرڻو پوي ٿو. اُهي نہ رڳو هر ماڻهوءَ کي يا هر دور کي ڪا نئين روشني، ڪا نئين ڳالهہ ڏين ٿيون، پر هر ماڻهوءَ کي هر وقت اُنهن مان ڪجهہ نہ ڪجهہ نئون سبق، ڪو نہ ڪو نئون ڏس ملي ٿو. شاهہ جي شعر، ۽ سچل ۽ ساميءَ جي شعر، جيڪو اثرُ سنڌن پنهنجن ڏينهن جي ماڻهن تي ڪيو هوندو، عين ممڪن آهي تہ اُن کان علحدي قسم جو اثر اسان جي دلين تي اُن جو ٿيندو هجي. اڄ کان هڪ صديءَ پوءِ بہ جيڪي اسان جا نسل موجود هوندا، اُنهن تي اُن کان ٺي ڪو نئون ۽ علحدو اثر ٿي سگهي ٿو. اِهو ٺي انساني ذهن جو دائمي ۽ اَتوٽ ۽ لاڳيتو ڳانڍاپو آهي- اِها ٺي انساني زندگيءَ جي ازلي ۽ ابدي روحاني ڏي وٺ آهي.

سنڌي سماج جي اِها ازلي ۽ ابدي روحاني ڏي وٺ تمام گهڻي قدر ۽ پوريءَ عملي صورت ۾ اُن جي پنهنجي سنڌي ٻوليءَ وسيلي ٿيندي آئي آهي- ۽ عين ممڪن بہ ائين ٺي آهي، ۽ اِها ڳالهہ رهڻي بہ وقت جي اڪٿ سفر ۾ ائين ٺي آهي. بلڪ ماڻهن جي هر تهذيب جي ابتدا بہ ذهن جي اِنهيءَ ٺي معجزي سان ٿئي ٿي، جنهن کي ٻولي ٿو چئجي. ٻوليون ٺي قومن جي روح جا- اُنهن جي آدرشي عڪس جا، اُنهن جي 'هئڻ جي احساس' جا- سڀ کان سدا ۽ چٽا اظهار آهن. ٻولي ٺي سڀ کان وڌيڪ بقادار مواد آهي، جنهن ۾ ڪنهن قوم جي "پاڇي وجهندڙ-ڪا سُرت" پنهنجي روحاني زندگيءَ جي موڙي محفوظ ڪري ٿي. خاص طرح پنهنجن عظيم شاعرن، فنڪارن ۽ مفڪرن جي قولن، گفتن ۽ ادبي ۽ فني شهڪارن جي صورت ۾. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي- بلڪ اڪثر ائين ٿيندو آهي- تہ خسيس، واهيات ۽ سستي قسم جي شاعري (يا ڪنهن ٻئي فن جي ڪوڙي پيداوار) جيڪا هلڪن ۽ گدلن جذبن کي

اپاريندي ۽ ذهنن کي ڪيرائيندي ۽ گندو بنائيندي آهي، سا بہ پيش پيش ٿيندي رهندي آهي، پر قوم جي ”پاڇي وجهندڙ سُرت“ اهڙي ڪنهن ڪوڙي سکي کي اُن جي ٻوليءَ جي محفوظ گهر ۾ دائميت واري جاءِ ڪانہ ڏيندي آهي. ڪنهن دور ۾ ڪنهن قوم ڪهڙو شعر پيدا ڪيو، پڙهيو، ياد ڪيو ۽ ڳايو، اُن جي اخلاق ۽ ڪردار جي سڀ کان وڏيڪ اهم شاهدي اِها آهي. اهڙيءَ طرح شاعري جيڪا ڪنهن قوم جي روحاني حافظي (اُنَ جي ٻولي جنهن جو ٿانءُ آهي) ۾ موجود آهي، اُها اُن جي تهذيبي ارتقا جو ڪتاب آهي، اُن جي اصلي تاريخ آهي، جنهن جو اُن قوم جي بنجڻ ۽ ڪاميابيءَ سان زنده رهڻ ۽ زندہ رهي اڳتي وڌڻ ۽ اوچي ٿيڻ ۾ وڏو هٿ رهي ٿو. شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي اعليٰ شاعري پنهنجي سچ، نيڪيءَ ۽ ڪمال حسن سان سنڌي ٻوليءَ ۾ محفوظ آهي، ۽ سنڌي ٻولي سندن اِنهيءَ فڪر ۽ فن جي قوت سان اڄ سنڌي ماڻهن جي اجتماعي وجود ۽ اُن جي اتحاد ۽ بقا جو نشان ۽ اُن جي پيڙهہ ۽ ضمانت آهي. سندن اِهو احسان، جو هُنن سنڌ ۽ سنڌي سماج جي اُنهيءَ پنهنجيءَ ٻوليءَ کي پنهنجي روح جي آزاد امنگ جي اظهار جو وسيلو بنايو، ۽ اُئين اُن کي ايتري توانائي، ڪشش ۽ وسعت ڏني، جو اُها سنڌي ماڻهن جي قوم بنجڻ ۾ پنهنجو تهذيبي ڪردار ادا ڪري سگهي.

●●●

شاهہ، سچل ۽ سامي سنڌي قوم جا استاد، هادي ۽ رهبر آهن. خاص طرح شاهہ سائينءَ سنڌي قوم کي پنهنجو رسالو عطا ڪري، اُن کي ’اهل ڪتاب‘ هجڻ جو شرف بخشيو آهي. هيءَ پنهنجيءَ ڪنهن شيءَ کي عظمت يا تقدس ڏيڻ جي ڳالهہ ڪانهي، پر هيءَ هڪ حقيقت آهي. شاهہ جو رسالو دنيا جي جملي مذهبي تعليم جو نچوڙ ۽ سنگم ۽ سنڌي تهذيب جي سموريءَ حاصلات جو روح آهي. اُن ۾ زند اوستا، گيتا، ٻڌ ڌرم، جين مت، مسيحيت ۽ اسلامي تعليم جا اهم ۽ اعليٰ اصولَ ۽ قدر سڀ موجود آهن، جيڪي هوندئن بہ بنيادي طور سڀ ساڳيا آهن. اُن جا ڪيترائي سُر، الڳ الڳ ۽ سچي جا سچا يا ياڳن ۾، اُنهن ’مذهبن‘ جي پنهنجي پنهنجي تربيتي ماحول ۽ تعليمي اصطلاح تي مبني ڏسجن ٿا. اُن ۾ سنڌي تهذيب جي هزارن سالن جي روحاني تجربي ۽ روايت جي نبار چاڻ ۽ ساڳاهہ موجود آهي. سنڌي تهذيب پنهنجي جڳن جي سفر جي ياد کي املهہ ملڪيت طور ٻاڻ وٽ پنهنجي لوڪ ڪوتا، لوڪ ڪٿا ۽ لوڪ چوڻين جي صورت ۾ محفوظ رکيو آهي. اُنهن ئي مثالن، ڳالهين ۽ واقعن جي مطالعي مان اخذ ڪيل عام نتيجا ۽ عام اصول

شاھ سائينءَ پنھنجي رسالي ۾ سنڌي لوڪن ڪي سيڪاريا آھن. عام سڪيا جي عمل جو اِھو ئي ڏاھپ ڀريو ۽ دلپذير طريقو آھي. ڪامل سڪيا يا آخري ۽ مطلق علم تہ ڪڏھن ممڪن ڪونھي- اِنھيءَ ڪري علم جي حاصلات جو تھذيبي يعني تجرباتي ۽ آزمائشي طريقو مذھبي طريقي يعني اعتقادي يا ايماني طريقي ڪان وڌيڪ اعتبار جوڳو ۽ وڌيڪ ڦلدائڪ سمجھيو ويو آھي ۽ ثابت ٿيل آھي. تعليم ۽ تربيت جي تھذيبي طريقي ۾ شڪ ۽ تنقيد علم جي حاصلات لاءِ پھريان قدم شمار ٿين ٿا. شڪ يا تنقيد مان سچ، نيڪيءَ ۽ سونھن کي ڪو نقصان ڪونہ ٿو رسي، ڇو تہ سچ ۽ نيڪيءَ جو ھونئن بہ وقت تي ئي مدار ٿئي ٿو- خود ضمير يا وويڪ تي بہ وقت جو اثر ٿئي ٿو. پر جا ڳالھہ تھذيبي ارتقا لاءِ ضروري آھي ۽ ھر طرح عظيم آھي، اھا آھي سچ، نيڪيءَ ۽ سونھن سان محبت جو جذبو. خاص طرح تڏھن جڏھن اُن لاءِ خطري کي منھن ڏيڻو پوي. شاھ سائينءَ پنھنجي رسالي ۾ سنڌي ماڻھن کي سندن اصطلاح ۾، سندن ئي پنھنجن مثالن، ڳالھين ۽ واقعن جي وسيلي اِھا ئي سچ، نيڪيءَ ۽ سونھن سان محبت جي جذبي جي سڪيا ڏني آھي.

نڪو سَنڌو سور جو، نڪو سَنڌو سڪ،<br>
عدد نام عشق، پڄاڻي پاڻ لَھي.<br>
(شاھ)

سچَ، نيڪي ۽ سونھن، حقَ، خير ۽ حسنَ، 'انساني' روح جا ھي تي امنگ يا لاڙا بنيادي آھن ۽ اُنھن جو بنياد اصل ۾ انسان جي پنھنجي ذاتي مفاد تي رکيل آھي. جو ڪجھہ منھنجي پنھنجي فائدي لاءِ آھي، اُھو مون لاءِ حق بہ آھي، خير بہ آھي، ۽ اُن ۾ مون کي حسن بہ نظر اچي ٿو ڇو تہ اُھو مون کي وڻي ٿو! پر انسان يعني فرد دنيا ۾ اڪيلو نہ آھي، ۽ ھڪڙو ذاتي مفاد ٻين ذاتي مفادن جي تعلق ۽ نسبت سان عملي صورت وٺي ٿو- اِنھيءَ ڪري جيڪڏھن محض زورَ (انفرادي يا گروھيءَ) تي فيصلو ڇڏڻو نہ آھي، تہ پوءِ گھڻن (انفرادي ۽ گروھي) مفادن جي "گڏجي گذاري" لاءِ ڏي وٺ ۽ ڇڏڇوٽ جي طريقي سان "جيئو ۽ جيئڻ ڏيو" جي اصول تي عمل لازمي بنجي پوي ٿو. ساڳيءَ طرح منھنجي، تنھنجي ۽ ھُن جي (انفرادي يا گروھي نوع جي) گھڻن 'سچن' جي وچ ۾ بہ باھمي سھپ ۽ رواداريءَ جي اصول کان سواءِ ٻي ڪا واھہ ڪانھي، ۽ اُنھن جي پنھنجي پنھنجي بقا ۽ فروغ لاءِ بہ اِھو ئي واحد

معقول ۽ مفيد رستو ٿي سگهي ٿو. ’سهپ‘ ۽ ’جيئو، جيئڻ ڏيو‘ جي اصولن تي عمل ڪرڻ سان باهمي محبت ۽ باهمي تعاون وڌي ٿو ۽ انسانن ۾ هر سطح جي گروهي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ جي راهہ گهڙجي ٿي، ۽ ڪين نفاق، جنگ ۽ برباديءَ جي هولناڪ عقوبتن ڪان تحفظ ۽ پناهہ ملي ٿي، ۽ اهڙيءَ طرح تهذيب جِي مذهب ۽ رياست تي فوقيت جي صورت قائم ٿئي ٿي، ۽ سماج ڪنهن غالب مذهب جي تعصب ۽ هٺ ڌرميءَ ڪان هڪ طرف ۽ ڪنهن غالب رياست جي ظلم ۽ تشدد ڪان ٻئي طرف ۽ ٻنهي جي گڏيل موت جهڙي عذاب ڪان (پوريءَ طرح نہ، تہ بہ) گهڻي قدر نجات حاصل ڪري ٿو، ۽ ائين هِتي هِن ڌرتيءَ تي هو ڪامل انساني مسرت ۽ ڀلائيءَ جي جنت جي تعمير ۾ پنهنجي حصي جو فرض ادا ڪري سگهندو- ۽ اِهو ئي هر انساني سماج جي هر فرد جو هن ڌرتيءَ تي اعليٰ ڪان اعليٰ مقصد ٿي سگهي ٿو.

سنڌ جي ماڻهن ۽ سنڌي سماج ڪي، شاهہ، سچل ۽ ساميءَ، هِن ڌرتيءَ جي اِنهيءَ اعليٰ مقصد سان روشناس ۽ اُن لاءِ تيار ڪرڻ تي گهريو. هو سنڌ جا عظيم استاد، هادي ۽ رهبر هئا. هو تمام وڏا انسان ۽ تمام وڏا شاعر هئا. هُنن اسان ڪي جيڪا تعليم ڏني آهي، سا ڪا معمولي تعليم ڪانهي. هُنن سنڌي سماج جي آڏو نئين انسان جو تصور پيش ڪيو. هُنن سنڌي سماج ڪي نئين اجتماعي وحدت جي شعور ڪان واقف ڪيو ۽ اُن لاءِ ڪين عملي راهہ ڏيکاري- قومي تهذيب، قومي مذهب ۽ قومي سياست جي راهہ، مشترڪ مفاد ۽ باهمي تعاون جي راهہ، محبت، رواداريءَ ۽ اتحاد جي راهہ، عمل ۽ قربانيءَ جي راهہ. هُنن جي سامهون سنڌ ۽ سنڌي سماج جي آزاد، باوقار، بامقصد ۽ خوشحال وجود جو خواب هو، ۽ هُنن وٽ اُن خواب جي تڪميل جو رستو بہ هو- ڀيائيءَ ۽ ويڇي ڪي هٽائڻ جو، پنهنجن ڪي پنهنجو ڪرڻ جو، ٻڌيءَ ۽ ايڪتا جو، سچ، نيڪيءَ ۽ سونهن ڪي پاڻُ ارپڻ ۽ انهن تان پاڻُ نڇاور ڪرڻ جو، سچي ماڻهپي جو، ماڻهوءَ جي مريادا ۽ مانَ ۽ ماڻهو جي شيوا ۽ پيار جو، انساني تهذيب جي عروج ۾ پنهنجي حصي جي فرض ادا ڪرڻ جو، عالمي امن، اتحاد ۽ ترقيءَ جي جدوجهد ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو. هاڻي، اِهو اسان تي ڇڏيل آهي تہ ڪيتري قدر اسين پنهنجي فرض کي سڃاڻون ٿا ۽ اُن تي عمل پيرا ٿا ٿيون، ۽ ڪيتري قدر پاڻ ڪي پنهنجن عظيم استادن ۽ رهبرن جي لائق ثابت ڪري ٿا سگهون.

سچيءَ ڳالهہ جو دارومدار هِن تي آهي تہ اسان جو پاڻ تي ڪيترو فخر آهي، اسان جو پاڻ ۾ ڪيترو اعتماد آهي، اسين هڪٻئي سان ڪيترا سچا آهيون، ۽ پنهنجي روح ^کي زندهہ رکڻ لاءِ ڪيترو ڪجهہ سهڻ ۽ قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيون. شال اسان جي جيئڻ جو منطق اسان کان وسري نہ وڃي- ۽ پنهنجي مٽيءَ ماءَ سان جيئڻ جو امنگ اسان جي ساهہ ۾ سدا موجود رهي!

يَسي جهاجهہ جمالَ جي، جنهين پيتي پڪَ،
اُيہ اڳانجهو ٿيو، سُورُ اُنهين کي سِڪَ،
هَڏ نہ پڳين هِڪَ، سدا سائر سِيرَ ۾.
(شاهہ)

حيدرآباد سنڌ
14-12-1977

## مددي ڪتاب


1- "تاريخ معصومي" (سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد)، سنڌي ادبي بورڊ.
2- "تحفةالڪرام" (سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد)، سنڌي ادبي بورڊ.
3- "مظهر شاهجهاني"، ميرڪ يوسف، بتصحيح و مقدمہ و حواشي پير حسام الدين شاهہ راشدي، سنڌي ادبي بورڊ.
4- "منشورالوصيت و دستور الحڪومت"، ميان نور محمد ڪلهوڙو، بتحقيق پير حسام الدين شاهہ راشدي، سنڌي ادبي بورڊ.
5- "تاريخ سنڌ، عهد ڪلهوڙا"، (ٻہ جلد)، غلام رسول "مهر".
6- "شاهہ عنايت شهيد جي سوانح جا ماخذ" پير حسام الدين شاهہ راشدي، "نئين زندگي" ماهنامو، شاهہ شهيد نمبر - 1970ع.
7- "شاهہ عنايت الله شهيد ۽ سندن سهيوڳي ۽ همعصر"، مولانا غلام مصطفي قاسمي، ايضاً.
8- "شاهہ شهيد عنايت الله صوفي"، ڊاڪٽر دائودپوٽو، ايضاً.
9- "شاهہ شهيد صوفي"، محبوب علي چنو، ايضاً.
10- "بياض هاشمي" (قلمي)، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي.
11- "پيغام لطيف"، جي. ايم. سيد.
12- (1) "شاهہ" (2) "سچل" (3) "سامي"، "ڪلياتِ آڏواڻي".
13- "ساميءَ جا سلوڪ" (ٽن جلدن ۾)، بي. ايچ. ناگراڻي.
14- "شاهہ جو رسالو"، عثمان علي انصاري.
15- "رسالو سچل سرمست"، عثمان علي انصاري.
16- "رود ڪوثر" (اردو)، محمد اڪرام.
17- "Shah Abdul Latif of Bhit", H.T.Sorley,
18- "Sind and its Sufis", J.P. Gulraj.
19- "Sind Before the Muslim Conquest", H.T. Lambrick.
20- "Reflections on History", Jacob Burchhardt.
21- "Politics and Rhetoric", Aristotle.
22- "To the Nations", Paul Richard.
23- "Patriotism in Literature", John Drinkwater.
24- "Crops in Sindh", A.W. Khoso.

## لاڳاپيل ڪي مضمون - مصنف جا لکيل

1- "اسين ۽ شاهه" (1977ع)
2- "نئون نياپو" (1982ع)
3- "سنڌ ۽ سنڌيت" (1985ع)
4- "سنڌ منهنجي خوابن جي" (1987ع)
5- چڄ مَ قطاران، ساٿ چ ڙهندو لکئين
6- ڏکوين اهڃاڻ متي سڳر پنڌڙا
7- ساميءَ جي سلوڪن جي اشاعت بابت -I
8- ساميءَ جي سلوڪن جي اشاعت بابت -II
9- تاج جويي جو تبصرو (سنڌي ادبي سنگت، سڪرنڊ، 1981ع)
10- Sind and the Message of Shah (1984)

# اسين ۽ شاهہ

”شاهہ عبداللطيف ڀٽائي سنڌ جو متبرڪ ۽ دنيا جو عظيم انسان هو. سنڌ لاءِ شاهہ جو پيغام اتحاد ۽ عمل جو پيغام آهي. ماڻهن جي اتحاد ۽ عمل سان ماڻهن جون قسمتون ٺهن ٿيون. اتحاد هر حالت ۾ ڪنهن مقصد لاءِ ٿيندو آهي. ماڻهن، سماجن ۽ قومن جي اتحاد جو مقصد اجتماعي مفاد هوندو آهي. اجتماعي مفاد لاءِ انفرادي ۽ گروهي مفاد قربان ڪرڻا پوندا آهن. اڄ جي وسيع آبادين واريءَ ۽ علم ۽ هنر سان ڀرپور دنيا ۾ سماج يا قوم جو اجتماعي مفاد معنيٰ ان جي اڪثريت جو مفاد. جيئن دنيا جي ٻين هنڌن تي تيئن اسان وٽ سنڌ ۾ بہ اڪثريت پورهيت ماڻهن جي آهي- هارين، مزورن ۽ ڪمين ۽ ڪاسبين ۽ ٻين انيڪ پورهيتن جي. ڪمائيندڙ ۽ اُپائيندڙ اهي آهن، ۽ ميڙيندڙ ۽ ڪائيندڙ ٻيا آهن، جيڪي تمام ٿورا آهن. شاهہ سائينءَ پنهنجي سڄي رسالي ۾ گهڻي ۾ گهڻو ذڪر بہ انهيءَ اڪثر عوام جو ڪيو آهي، يعني هارين ۽ هٽ پورهيتن جو- ڪاتارن، ڪورين، لوهارن، واڍن، ڪنڀرن، مهاڻن ۽ ڀيڙيائين، اوڏن، اوٺين ۽ ڍور ڍڳين جو، پنهنجن عام مارُوئڙن، سانگين ۽ سنگهارن جو. تنهنڪري، شاهہ سائينءَ جو پيغام اسان لاءِ اڄ بہ اِهو ئي آهي تہ اسين پنهنجي گڏيل ۽ وڏي مفاد لاءِ، يعني سنڌي سماج جي اڪثريتي مفاد لاءِ، پنهنجا الڳ الڳ، ننڍا ۽ محدود مفاد وساري، پاڻ ۾ متحد ٿيون- گهڻن جي مفاد لاءِ گهڻن جي ٻڌي، اڪثريت جي مفاد لاءِ اڪثريت جو اتحاد قائم ڪريون. ڇو تہ ڦريل ۽ محروم، ڏاڍ جا شڪار ۽ ڏکويل اهي آهن ۽ پنهنجي ڏکي حالت کي بدلائڻ لاءِ اهي ئي پاڻ ۾ گڏبا، ۽ مُتحد ٿيندا، ۽ عمل لاءِ اٿندا ۽ جدوجهد ڪندا.

ڏکيون جان نہ مڙن، تان تان پنڌ نہ ٿئي،<br>
پنڌ واريون پڌريون، ڳاڙها ڳل سندن،<br>
ٻيون هنڌن ئي هٽ هٽن، روئنديون روئڻ واريون.

”بندر جان ٻئي، تہ سُڪائڻا مَ سُمهو،<br>
ڪپر تو ڪُن ڪري، جيئن ماتي منجهہ لهي،<br>
ايڏو سور سَهي، ننڍ نہ ڪجي ناکئا.

”هَٽن هڪلن، ساٿي سارڻ، مانجهيان ايءَ مَرڪَ،<br>
وڃهن ڪونہ فرق، رڪ وهنديءَ راند ۾.“

[لياقت ميڊيڪل ڪاليج جي ”ڊبيٽنگ مخزن ۽ لطيف سوڪڙي، 1977ع، ”شاهہ عبداللطيف ڀٽائي“ ينگ لياري ويلفيئر سينٽر، ڪراچي، 1990ع]

# نئون نياپو

(شاھ جي رسالي جي انتخاب -
"ٻارن جو شاھ" - ١٩٨٢ع - لاءِ لکيل مهاڳ)

سنڌ جو شاھ، سنڌ جي سيني ماڻهن جو شاھ آهي- زالن جو ۽ مردن جو، پڙهيلن جو ۽ اڻ-پڙهيلن جو، شهرين جو توڙي ٻهراڙيءَ وارن جو، وڏن جو توڙي ننڍن جو. سنڌ جا اکثر مسلمان شاھ جي "رسالي" کي قرآن ۽ اکثر هندو "گيتا" سمان سمجهن ٿا. شاھ جو رسالو هو جڏهن پڙهن ٿا يا ٻڌن ٿا، تڏهن اُهو کين ڏاڍو وڻي ٿو ۽ اُن مان کين بيحد فائدو ٿئي ٿو. سنڌ جي ماڻهن کي شاھ پنهنجو "رسالو" ڏنو ئي انهيءَ لاءِ آهي ته اُهو سندن روح جي راحت بڻجي، ۽ کين فائدو رسائي. اُهو سندس "پيغام" يا "نياپو" آهي، جو پاڻ سنڌ جي سيني ماڻهن کي ڏنو اٿن- "رسالو" لفظ جي معنيٰ ئي اِها آهي. پاڻ ئي پنهنجي "رسالي" جي اِها معنيٰ ڪئي اٿن، بلڪ اُن کي سڏيو ئي "نئون نياپو" اٿن-

"نئون نياپو آئيو، راڻي مُلا رات،
لڌيسون لطيف چئي، ڪنان ڏاتر ڏات،
کهڙي پڇين ذات، جي آيا سي اگهيا."
(شاھ)

" جي آيا، سي اَگهيا" - ذات جي، دعوائن جي، ٽلهن نعرن ۽ ٽلهين ڳالهين جي ڪا قيمت، ڪا پڇ يا ڪو نتيجو ڪونهي: "ذات نہ آهي ذات تي، جو وهي سو لهي؛ جن لوچيو تن لڌو؛ جي پڇن سي پائين؛ جي هليا سي رسيا؛ جهڙو عمل تهڙو ڦل- ليس ل الانسان الا ماسعيٰ- No pain, no gain - ڏک سکن جي سونهن، کهوريا سک ڏکن ري" - ڪم، ڪم، ڪم - جاکوڙ ۽ جدوجهد - لاڳيتي، اَکٽ ۽ منهائتي (مقصد ڏانهن نينڊڙ، صالح) جدوجهد:

"تتيءَ ٿڌيءَ ڪاھ، ڪانهي ويل وِهڻ جي،
متان ٿئي اونداھ، پير نہ لهين پرينءَ جو."
(پرينءَ جو پير = مقصد جو پتو يا سڄاڻپ)

اِهو آهي شاهه جو رسالو، اِهو آهي شاهه جو نياپو، نئون نياپو، سنڌ جي سيني ماڻهن لاءِ" زالن، مردن، پڙهيلن، اڻ پڙهيلن، شهرين، ڳوٺاڻن، ڀڏن، ٻارن، سيني لاءِ - سوچ ۽ لوچ جو پيغام، عمل جو پيغام:

والعصر ان الانسان لفي خسرِ ال الذين آمنو
وعمل الصالحات و تواصو بالحق وتواصوباالصبر (قرآن)

(يعني، سچ پچ تہ انسانَ پنهنجي دؤر، پنهنجي سماج، ۾ دکي آهن: اُنهن جو هڪڙو ئي فرض آهي تہ پنهنجي اُن سماج جي بهتر ۽ سُکئي آئيندي تي ايمان رکن ۽ اُن لاءِ جوڳو عمل ڪن، ۽ اُن رستي تي سچائيءَ ۽ صبر سان گڏجي اڳتي وڌندا رهن)-

"پر ۾ پڇيائون، عشق جي اسباب کي،
دارون هن درد جو ڏاڍو ڏسيائون،
آخر والعصر جو اينهين اُتائون،
تهان پوءِ آئون، سکان تي سلام کي."
(شاهه)

(عشق جو اسباب = جيئڻ جو راز. ڏاڍو دارون = سخت ڪوشش، عمل. العصر = هلندڙ دؤر يا سماج. آخر = اُن جو آئيندو. سلام لاءِ سکڻ = ٿلهي سڌ ڪرڻ، دعوا ڪرڻ، عمل نہ ڪرڻ).

"سکين ڪُهہ سلام کي، ڪرين ڪُهہ نہ سلام؟
بيا در تن حرام، ايءَ در جنين ديکيو."
(شاهه)

(سلام ڪرڻ = عمل ڪرڻ، جاکوڙ ڪرڻ. ايءَ در = عمل جو در، جدوجهد ۽ جاکوڙ جو رستو.)

وقت گذرڻ ۽ حالتن بدلجڻ سان لفظ پراڻا ٿي وڃن ٿا، اُنهن تي دز چڙهي وڃي ٿي ۽ اُهي پنهنجي معنيٰ ۽ اثر وڃائي ٿا ويهن. انهيءَ ڪري، اصل ڳالهہ کي، اصل نياپي کي، نون نون لفظن ۽ نئين نئين ڍنگ ۾ بيان ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ ضروري ٿئي ٿو. هر دؤر جي حالتن ۽ تقاضائن مطابق اُن دؤر جي ٻولي ۽ اصطلاح پنهنجا ٿين ٿا. تنهن کان سواءِ هر قوم ۽ ملڪ جي خود ٻولي بہ پنهنجي ٿئي ٿي، جنهن ۾ هو پنهنجي ماحول کي سمجهن ٿا ۽ سمجهائين ٿا ۽ اُن جي ڀلي ۽ بُري بابت سوچين ويچارين ٿا - "هنديان را اصطلاح هند مدح،

سنديان را اصطلاح سند مدح!"

اِنهيءَ خيال کان شاهہ جو "نئون نياپو" سنڌ جي ماڻهن لاءِ، سنڌ جي سيني ماڻهن لاءِ، تمام وڏو، بنهہ بيمثل ۽ املهہ تحفو آهي ۽ اُن کي سنڌي ٻوليءَ جي ڪلاسڪ، (Classic) چئجي ٿو. جنهن جي معنيٰ آهي فرسٽ ڪلاس (First Class) يا اول درجي جي اعليٰ چيز. هڪڙي انگريزي ٻوليءَ جي شاعر ادب ۾ "ڪلاسڪ" جي وصف هيئن ڪئي آهي:

In whom is plainest taught and easiest learnt,
What makes a nation happy and keeps it so.

(يعني، ڪلاسڪ اُها تصنيف يا اُهو ڪتاب آهي، جيڪو صاف سڌو سيڪاري ٿو ۽ جنهن مان سولو سڌو سکجي ٿو - اُهو ڪجھہ، جنهن سان قوم خوشي حاصل ڪري سگهي ٿي ۽ خوشي ماڻي سگهي ٿي.)

"شاهہ جو رسالو" سنڌ جي سيني ماڻهن لاءِ بلڪل اهڙي هڪ اعليٰ درجي جي ڪلاسڪ آهي، جنهن مان اسين، سڌيءَ طرح ۽ پوريءَ آسانيءَ سان، پنهنجي وجود جي بقا ۽ اُن جي خوشحاليءَ، آبرومنديءَ ۽ بهتر مستقبل جي تعمير جا سبق سکي سگهون ٿا.

شاهہ جي رسالي جي هيءَ بہ هڪ تعريف ۽ اسان سان اُن جي سبنڌ جي اِها بہ هڪ نشاني آهي تہ اُهو اسين ڳائي سگهون ٿا، ۽ عام جام ڳايون بہ ٿا. علامہ آءِ. آءِ. قاضي مرحوم جي چوڻ موجب، شاهہ جي رسالي جي اها هڪڙي اعليٰ خوبي آهي تہ اُن جو هر بيت، هر وائي ۽ وائيءَ جي هر سٽ ڳائي سگهجي ٿي. ائين اسان وٽ شاهہ جو رسالو جهر جهنگ ۾ ڳائجندو رهي ٿو. سنڌ جي سيني ماڻهن، زالن توڙي مردن، ٻڍن توڙي ٻارن، سيني لاءِ اِهو چڻ هڪ پورو گيت آهي، جو سدائين سندن ڪن ٻڌڻ لاءِ ۽ سندن دليون پَهڻ لاءِ تيار هونديون آهن. انگريزي شاعر، بئري ڪارن ويل (Barry Cornwell)، گيت (Song) جي وصف ڪندي چوي ٿو:

گيت اُهو، جنهن مان عطر جي ۽ گلن جي خوشبو اچي،
گيت اُهو، جو درياءَ جيان وهندو هلي،
گيت اُهو، جو نرمل نظارا ۽ گهڙيون ياد ڏياري -
جن ۾ دل ڪڏهن ٽٻي ڏيئي، پرجي، اُٿلي پئي هئي.
گيت اُهو، جو نيچ خيالن کان ڇڏائي،

. گيت اُهو، جو ڏک اسان جو گھٽائي،
گيت اُهو، جو دل اسان جي کي ڏوڙي ۽ چاڙي -
جيئڻ کو محب وطن پيار مان کنهن کي ڏک هٽي جاڳائي.
گيت اُهو، جو فرض ياد ڏياري،
نربل کي ٻلوان ڪري ۽ ٻلوان کي سورمو بڻائي،
۽ هر سچ ۽ سونهن جي عمل تي
چمڪندڙ ستارن جو تاج ٻڌجي بيهي.

شاھ جو رسالو سنڌ جي ماڻهن لاءِ سدائين انهيءَ اعليٰ قسم جي اول درجي جو هڪ اعليٰ گيت رهيو آهي.

پر افسوس، جو پنهنجي هِنِ اعليٰ پيغام کي، پنهنجي هن جيءَ - جيار قومي گيت کي اسان وڏن پاڻ به پنهنجي هنئين جي ڪنن سان ٻڌڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ اُن کي پنهنجن قومي وارثن يعني پنهنجن ننڍن تائين پهچائڻ ۽ اُنهن کي ٻڌائڻ ۽ سمجهائڻ ۾ به وڏي ڪوتاهي پئي ڪئي آهي. هڪ ته اسان جو تعليمي سرشتو اهڙو ناقص سرشتو آهي، ۽ اسان جي قومي وس کان ايترو ٻاهر به آهي، جو اسين پنهنجي اولاد کي اُن سرشتي ۾ رکي پنهنجي ٻوليءَ جي پوري ڄاڻ ۽ پنهنجي تهذيبي ورثي جي رڳي ڪا هلڪي سڃاڻپ به ڏياري يا ڪرائي نٿا سگهون. ۽ ٻيو ته اسان جي محب وطن اديبن ۽ عالمن جو به اِنهيءَ ضرورت ڏانهن خير ڪو ڌيان رهيو آهي ته جتي اسين پنهنجي ادب ۽ تهذيب جي جياپي ۽ واڌاري لاءِ خانگي ڪوششون ڪندا تا رهون اُتي پنهنجن پيڙهائتن اعليٰ شاعرن جي پيغام کي ۽ اُنهن کان عطا ٿيل قومي گيتن کي پنهنجي نئين نسل تائين پهچائڻ ۽ اُنهن جي دلين ۾ ويهارڻ جي به اسان کي ئي ڪوشش ڪرڻي آهي ۽ ڪرڻ کپي.

سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن طرفان، محترم انور هالائي صاحب جو هي ترتيب ڏنل "ٻارن جو شاھ"، جيڪو بين الاقوامي ٻارن جي سال (1979ع) جي سلسلي ۾ ٻارن جي هڪ سنڌي ڪتاب طور شايع ٿي رهيو آهي، پنهنجي نوع جي پهرين ڪوشش مان هڪ ڪوشش شمار ڪري سگهجي ٿي، جنهن لاءِ سنڌ جي محب وطن پڙهيل شهرين جي هيءَ جماعت ۽ اُن جي لائق اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سان گڏ محترم "انور" هالائي صاحب جا به اسان کي دلي ٿورا مڃڻ گهرجن. هيءَ تصنيف "ٻارن جو شاھ" - اُن جي چونڊ،

ترتيب ۽ پيشڪش - ڪيتري قدر اسان جي ٻارن کي اسان جي اعليٰ قومي شاعر جي اعليٰ پيغام ۽ اعليٰ گيت سان سڃاڻپ ۽ پنهنجائپ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندي، اُن بابت راءِ خود اُن جي پڙهندڙن، وڏن توڙي ننڍن، تي ڇڏي، آئون هن ڪتاب سان واسطي رکندڙ پنهنجن سڀني عزيز سائين کي مبارڪ ٿو پيش ڪريان، جو اُنهن رڳو اِن پنهنجي بنيادي قومي ضرورت ڏانهن ڌيان نہ ڏنو - تہ اسان کي پنهنجو تهذيبي روح ۽ اُن جي سڳنڌ ائين پنهنجن قومي وارثن، آئيندي جيٰ مائرن پيئرن، يعني پنهنجي اولاد جي روح ۽ سندن روح جي سڳنڌ سان ملائي اُن جو حصو بنائڻو آهي ۽ ائين اُن جو انهن کي وارث ۽ محافظ بنائڻو آهي.

"ڪرهَو ڪيسر آءُ، پسو واڳ ولاڙيو،
ٻيٺو ٻاپ ملاءُ، ذرو ضايع نہ ڪري.
ٻيٺو ٻاپان وترو، ڪرهو ڪيسر پس،
آپ چپائي پر ماري، ذات سينهان جي جس،
جت وڃي دمامن دس، مٿي آرڻ آسري."
(شاهہ)

شال ائين ٿي سگهي... شال اسين ائين ڪري سگهون ...

حيدرآباد سنڌ

31-8-1979

# سنڌ ۽ سنڌيت

(شعري مجموعي "اباڻي اُکير"
1985ع لاءِ لکيل مهاڳ)

اسان سنڌين جي گهرن ۾ ۽ اوطاقن ۾ ۽ اسان جي هردي جي تارَن ۾، مارئيءَ جو قصو، مارئيءَ جو سرود، تمام گهڻو پُري ٿو ۽ ڳائجي ٿو ۽ پچارجي ٿو. ڀاءُ نرنجن دوداڻيءَ جا ٿورا مان کهڙن لفظن سان مڃان، جو ڏيساور تان پاڻ پنهنجي ڪوتا، "اباڻي اُکير" جي نالي واري، مون ڏانهن موڪليائون- پڙهڻ لاءِ، ۽ موٽ ۾ اُن بابت ڪجهه چوڻ لاءِ.

پهريون ڪم، جو مون ڪيو، سو هيءُ ته ڀاءُ نرنجن جي ڪوتا پاڻ پڙهيم، ۽ پوءِ اُن جو هڪڙو نقل محترم دوست ڊاڪٽر الهداد "عاصم" کي پڙهڻ لاءِ ڏنم، جن کي آئون سنڌي ادب جو هڪ سچاڻ پارکو سمجهان ٿو: ۽ ٻيو محترم دوست عبدالقيوم "صائب" کي ڏسڻ لاءِ ڏنم، جن کي آئون سنڌي شعر جي علم عروض جي چاڻن مان ميجان ٿو. ٻنهي مهربانن جا تاثر، جيڪي منهنجي ويچار ۾ وڏيءَ ڳالهه وارا آهن، لائق پڙهندڙ هن منهنجيءَ گذارش کان پوءِ پاڻ پڙهندا ۽ ڀاءُ نرنجن جي رچنا بابت پنهنجي راءِ قائم ڪندا، وڌيڪ اُن لاءِ ڪجهه چئي، آئون رڳو پڙهندڙن کي ڪجهه گهڙيون هِن سندس درديلي آواز کي پڙهڻ، ۽ ڪَنين ٻڌڻ، ڪان پري ئي رکي سگهيس ٿي، جا مناسب ڳالهه نه هئي، پر عزيز دوست الهداد پنهنجي تبصري جي آخر ۾، پنهنجي هڪ دلبند ادا سان "پيار ۾ شرڪت" لاءِ چئي، مون لاءِ پوئتي رهڻ جي ڳالهه به ڪانه ڇڏي آهي. پڙهندڙن کي، بهرحال، هن جاءِ تي، آئون اِها ئي منت ڪندس ته وڌيڪ هن گذارش کي پڙهڻ هتي بند ڪري، پهرين ڊاڪٽر الهداد جو تبصرو ۽ جناب صائب جو مطالعو پڙهن ۽ پوءِ ڀاءُ نرنجن جي ڪوتا سچي پڙهي وٺن، ۽ اُن جو سوز ۽ سُرور محسوس ڪن، جا ئي اُن جي وڏي وٿ آهي. ۽ اُن ڪانپوءِ، جي دل ۾ اچين، ته رهيل منهنجي هيءَ گذارش به پڙهڻ جي تڪليف وٺن.

(٢)

آئون "اباڻي اُڪير" جي ورجيس ڪي انگريزيءَ جي لفظ Patriotism سان تعبير ڪريان ٿو، جنهن جو مُول انڊو - يورپي ٻولين جي Pater (پدر، Father، پتا، پيءُ وغيره مان) آهي، جنهن مان Patrios (اباڻو) ۽ Patriot (جيڪو پنهنجي اباڻيءَ ڌرتي کي بچائي ٿو يا اُن جي حقن جو ۽ آزاديءَ جو پُرجوش محافظ آهي)، ۽ ٻيا ڪيئي اِن سلسلي جا لفظ جُڙيا آهن.

دادا چيتمل پرسرام ڪان برطانوي سامراج ڪان آزاديءَ جي جدوجهد دوران اڪثر ائين چوندي مون ٻڌو هو ته ماتر - ڀوميءَ جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ اسان جو سنڌي هاري ڪيئن ڪو جوش ڏيکاري ٿو سگهي، جڏهن ماءُ هن جي پنهنجي ئي گهر ۾ نظربندياڻي آهي ۽ ڀومي (زمين) هن جي زميندار جي قبضي ۾ يا شاهوڪار وٽ گروي آهي! اهڙيءَ ئي ساڳيءَ طرح، اُنهن ئي ڏينهن ۾، لوڪمانيه تلڪ، جيڪو وطن جي عام ماڻهن لاءِ آزاديءَ جو گهوريو هو، جڏهن اصلاح پسند يا سڌارڪ اڳواڻن ڪان هيءُ نعرو ٻڌو ته "سماجي سڌارا پهرين، سوراج (آزادي) پوءِ!"، تڏهن چيو هئائين ته "عام طور سماجي سڌارا معنيٰ گهرو سڌارا: اوهين ڀلي، جيئن اوهين چئو ٿا، گهرو سڌارن جا دهل وڄايو، پر اُنهن کي اوهين ڇا ڏيندا جيڪي بي گهر آهن! پهرين ماڻهن کي گهر ڏيو ۽ پوءِ اُنهن کي گهر جي سڌاري لاءِ چئو!"

ننڍي هوندي جِي هڪڙي ڳالھ مون کي سڄي عمر هُرندي رهي آهي، پنهنجي غريب امڙ قائمان جِي: سدائين هوءَ جڏهن سيبي جي ٿُنڀي پاسي ۾ رکي، سُئي ڌاڳو هٿ ۾ ڪٽي، ڪپڙو جوتن ۾ جهلي، سبڻ ويهندي هئي، ته جهيل سان ۽ ڏاڍي مٺي، شفاف آواز سان جهونگاريندي هئي- "مٺن مارن کي ڏٺي ڏينهن ٿيا، سکين سانگين کي ڏٺي ڏينهن ٿيا... گذري ورهيه ويا..." ۽ ڀيئي وجهلندي هئي، ۽ مان مٿس پُر ڏيئي آلين اکين سان، ور ور، ڏانهنس ويٺو ڏسندو هوس. امڙ منهنجي، مان ٻنهه ننڍو هوس، ٻن اڍائن سالن جو ئي، ته منهنجي پيءُ جي اوچتي فوت ٿي وڃڻ کان پوءِ، عدت جي پوري ٿيندي ئي، زوريءَ نڪاحجي، اسان جي ئي ويڙهي ۾، هڪڙي ٻئي گهر اُماڻي ويئي هئي. (1) هُن اُتي وڃڻ نٿي گهريو ۽ جو دم جيئري هئي، واجهائيندي رهي،

---

(1) اسلامي شريعت جي هڪ شرط مطابق، مڙس جي فوت ٿيڻ کان پوءِ زال چئن مهينن جي گذرڻ تي، نڪاح جي سگهي ٿي، ۽ ٻيو ته ڏنارڪن زراعتي سماجن ۾ عورتون اڪثر زوريءَ وهائجي وڃن ٿيون.

واجھائيندي رھي- پنھنجي، اسان جي گھر لاءِ، جتي آئون ڄائو ھوس، ۽ پنھنجي 'اباڻي' گھر لاءِ جتي سندس بيواھي پوڙھي ماءُ، منھنجي پورھيت ناني سعيدان، ھيڪلي ۽ بيحد سقيم حالت ۾ رھندي ھئي.

ابتدائي انساني سماج جي ماتائي (Matri - archal) دؤر جا 'گھر' لاءِ 'جوءِ' لاءِ، 'وطن' لاءِ يادگار لفظ اسان وٽ ڏرتي ماتا، ماتر ڀومي، (Mother Land) آھن، ۽ پوءِ جڏھن سماج پتائي (Archal - patri) دؤر ۾ داخل ٿيا، تڏھن ٻولين ۾ "آبائي ملڪ" "ملڪ اباڻو، "ڏيھ ڏاڏاڻو" وغيره جا اصطلاح رائج ٿيا. ماتائي سماج ۾ مرد بہ غلام ڪونہ ھو، ڇو تہ ماءُ جو فطري منصب ئي پيار ۽ پنھنجائپ ھو، پر پتائي سماج ۾ پيءُ، Patri - arch مان وڏي، 'گھر' جو، 'ڌرتيءَ' جو، Monarch (حاڪم = Arkho + اڪيلو = Monos) ٿي ويو، ۽ اُن آپيشاھيءَ ۾، عورت (ماءُ) جي حيثيت مرد جي اڌو محض ھڪ غلام، ھيٺي ۽ بي زبان جيوَ جي رھجي ويئي ۽ ان طرح سماج جي ھر گھر ۾، 'ماءُ'. ھڪ ڦاٿل ۽ ڪنين ڀڳل ڪونج وانگر، پنھنجي اباڻن لاءِ، اباڻي 'گھر' لاءِ، اباڻي 'وطن' لاءِ، سدا لڇندي، ڪُوڪندي ۽ ڪُرلائيندي ٿي رھِي- جيئن اڄ بہ اُن جي حيثيت اسان وٽ اُھا آھي. ياءُ نرنجن پنھنجي نظم "الائي ڇو!" ۾ بہ ائين چوي ٿو:

> "اباڻن مان لڏڻ جي پٽ ڪنئي اتھاس مان ور ور،
> ڇڪي سڪ دادلي در جي، ايامن ڪان الائي ڇو!" (●)

۽ ائين "اباڻي اُڪير" جي ورجيس اسان ڪي اُن پنھنجي نظر - بندياڻي ماءُ جي ڏنل آھي، ۽ اسان وٽ ماڻي مارئي اُن اباڻي اُڪير، ساٿيھ جي سڪ، وطن جي حُب، جي علامت آھي ۽ اسان جي ادب ۾ سيتا ۾ پنھنجي ستيا ۽ سيل سان عمر جي قيد مان نجات جي جدوجھد جو مثالي ڪردار بڻجي پيش ٿيل آھي.

(۳)

ياءُ نرنجن جي ڪوتا "اباڻي اُڪير"، اِن حوالي سان، دنيا جي سيني باشعور ٻولين جي Patriotic روايت پٽاندر، اسان جي پنھنجي سنڌي ٻوليءَ جي نبار وطني حُب جي ڪوتا آھي.

---

(●) نشانيءَ وارا سپ شعر ۽ شعري اصطلاح اِگتي ھن سڄي مضمون ۾ آندل، ڪوي نرنجن جي "اباڻي اُڪير" مان ڪنيل آھن.

اسان جو ھيءُ نرنجن، لاڙڪاڻي -”شھر شھاڻي، معشوقاڻي، ملوڪ مڪاڻي، ساھ سيباڻي، ورثي اباڻي“ جي طيب ڳوٺ جو ڄاول ١٩٢٦ع جو، ايڪيھن سالن جي جوانيءَ مستانيءَ ۾ وطن ڪان وڇڙيو ۽ وڃي بمبئيءَ پھتو؛ ١٩٧٢ع ۾ ڪٽنب سميت انگلينڊ ويو، ۽ ٻئي سال آمريڪا جي ماسيشوسيٽس رياست ۾ حالي وڃي ٺانيڪو ٿيو، ۽ اُتان ويھي، شاھ سائينءَ جي مارئيءَ جيئن- ’ڪيم مھاڙ ملير ڏي، ڳوڙھا پيم ڳڙي‘ - ست سمنڊ پار پنھنجي اباڻي پار ڏانھن منھن ڪري، اَن سان پنھنجي دل جو امنگ ھيئن ٿو اوري:

”تنھنجي قرب جو ڪيئن مان قدر ڪيان!
تنھنجي پريت جي کھڙي ڳاڻ ڳڻيان!
تنھنجي دل جون مرادون ثابت ٿين،
سڀ سھڻا سپنا ساپيا ٿين،
ھر جنم جنم جو قرار ڏيان،
توکي دل گھريو دلدار چوان“•

۽ ڪڏھن پنھنجي نازڪ دل تي ڪن رکي دانھين ٿو -

”اُتن ٿيون اندر ۾ الاھي اُڪيرون،
تميا نيڻ ڇاڪڻ الائي اُلائي...!“•

۽ پنھنجي ويڳاڻپ ڪي ھيئن ڇئي پريائي ٿو -

”سونھاري سا سوني ڌرتي، ساري سال سڄا،
سارُ سنڌوءَ جو، سُر واھن جو، منڙي ساءُ ڏڄا،
ڳايان نغمو نور وطن جو، توڙي سينو ڪُنو!
روءُ نہ دلبر دل منھنجي، اڄ ڳايون راڳ منو!“•

نرنجن جو اُوجل من وڃوڙي جي اَن لوءَ تي اڄا حيرت ۾ آھي تہ ھو ۽ ھن جو ايڏو سارو ولر اَن ڇيءَ جا شڪار ٿيا ئي ڪيئن! ڇو تہ:

”مليا جي فرض سڀ اڪثر اُدم وِت سان نپاياسي،
مگر، ڇا ٿيو، ڇا پاتوسي ڇا سوچيوسي، ٿيا ڇا سي،
اسان ڪي دور جيوت جو، مليو انجام ڇو اھڙو؟
ڪيان اُن جو بيان ڪھڙو!
رھڻ خاموش ڇاتوسي، ڪڇڻ مان ڪين پاتوسي،

چُپي ٿو درد پيو ڪهڙو؟
ڪيان اُن جو بيان ڪهڙو...." •

۽ هَن جي دل آيا ڳيءَ ڪي نيٺ -

"جڏهن ايڏي اڪيلائي نهوڙي ٿي،
نهوڙي ٿي، نهوڙي ٿي، نهوڙي ٿي.......:
مون کي منهنجي اڪيلائي نهوڙي ٿي -
تڏهن دل انقلابي ٿي ولوڙي ٿي...." •

ائين تعصب جي جهنمي هوا سائي ستابي وڻ مان هڪڙو نرنجن نہ پر لکين نرنجن چني، الڳ ڪري ڇڏيا- "ملڪ ڪٽيائون، دل چيريائون، ڪير ڪٿان جو ويو ڪاڏي!" ۽ هر ڪو انهن مان جتي بہ آهي اُتي اڄ ائين ئي پيو ٿو ڪُرلائي:

"دعا پنهنجي، زمين پنهنجي، الاهي آرزو آهي -
"جي يارو موڪلايوسي، بدن مان ياڻ ئي ناهيان!" •

مون پنهنجي ڪتاب، "شاهہ - سچل - سامي" (١٩٧٨ع)، جي پهرين حصي ۾ چيو هو تہ "سنڌي سماج رڳو اُنهن حدن تائين محدود نہ آهي، جيڪي جاگرافيائي يا سياسي طور اڄ سنڌ جون آهن- سنڌي سماج سنڌ کان ٻاهر بہ موجود آهي. جتي جتي ڪو سنڌي ڪٽنب آباد آهي، اُتي سنڌي سماج موجود آهي ۽ اُتي اُنهن جي سڃاڻپ سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌن پنهنجن سڀورن سنت شاعرن - شاهہ، سچل ۽ ساميءَ- سان پريت ۽ سڀنڌ مان پئجي سگهي ٿي." ياءَ نرنجن ڏيساور مان بہ اهوئي آواز ٿو آلاپي:

"شاهہ، سچل (ساميءَ) لئہ ڇڪبا شاعر سودائي،
حق جي سڏ تي ڪُڏندا ايندا ماٺهو مولائي،
ڳايون منيرو راڳ وطن جو سُر مان سيگهہ سُنو....
آهي الاهي اُڪير اباڻي، پرچي هرڪو رُنو -
روءُ نہ دلبر دل منهنجي، اڄ ڳايون راڳ منو...." •

-

ماروئڙن جو ملڪ منيرو، گهر گروءَ جو در،
سنڌوءَ جي آسيس گهٽيري، جهولڻ جهوليون پر،
سنڌي سدائين سنڌي سڏبا جاتي هوندا،

پنهنجي اباڻي اڍ چڪيندا،
نياز ڪري تا گڏجون سڀ سان،
پنهنجا نيت بہ تہ پنهنجا ٿيندا..." •
سڪ پري جا صحبت پاتي، تعصب ڪي ڏيون ڪونہ تڪاءُ،
مهمانن جي حجت اسان تي، پيد نہ پانيون پاءُ!
صلح شانتي مَرڪ اسان جو، قربانيءَ ۾ راحت،
پٽيءَ ڪي پرڻام اسان جو، لازم ٿي جي شهادت!
نماز پڙهون يا پوڄيون پاڻ، باسيون جيڪا باس
سنڌ سڳوري، تنهنجي ڪاتر، اُپ ڪان وڌ ٿئون آس!" •

(۴)

ائين ٿو پائنجي تہ تاريخ جو هيءُ دؤر، جو اسان سان هيترو ڪجهہ ڪري گذريو آهي، نظرين جو دؤر هو ۽ آهي. ڪئپيٽلزم ۽ سوشلزم دنيا ۾ اڳي ئي موجود هئا، جيڪي ٻيئي سڪيولرسٽ (Secularist) يعني دنيائي، ارضياتي، لوڪائتا نظريا تا سڏجن. هاڻي وري اڳوٽا سئڪرلسٽ (Sacralist) يعني افلاڪي، آسماني پرَ - لوڪائتا نظريا، جيڪي اڳتي وڌي آيل انساني سماج جي صنعتي دؤر ۾ مدي خارج بڻجي، استعماليءَ مان نڪري ويا هئا، ڪافي ڪجهہ اوور - هالنگ (Over hauling) ۽ چنڊ ڦوڪ ڪان پوءِ، نوان بڻجي، ٻيهر اچي 'نئينءَ' دنيا جي آڏو بيٺا آهن، پر ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ٻولين (۽ ڌرتيءَ جي مامرن) ڪي اُهي وري بہ چڙي نٿا سگهن.سندن ٻاهرين دعوئي برابر نظرياتي وحدت آهي، جنهن ۾ هو ڌرتيءَ ۽ ٻوليءَ جي لايَل ٽِيز (Loyalties) ڳان پاڻ ڪي بالاتر سمجهن ٿا، پر ٻولين ۽ ڌرتيءَ جي مفادن ۽ پابندين ڳان هو هرگز آجا نہ آهن. ۽ اها منافقت ۽ بہ چَٽائي اُنهن ڪي پنهنجي ڏاڍ ۽ ظلمَ جي مفادن جي حاصلات ۽ بچاءَ لاءِ ئي اختيار ڪرڻي پوي ٿي، ۽ انهيءَ منافقت ۽ دولاب ڪري ئي اُهي اڄ پاڻ بہ سڄيءَ دنيا ۾ ايڏي وڏي آزار ۽ مونجهاري ۾ ورتل آهن. چو تہ:

'خودي' ۽ 'خدا' ڪين مائيندا من ۾،
بن تزارين جاءِ، ڪانهي هڪ مياڻ ۾.
(شاهہ)

نظرين جي خيال کان اسين جيڪي پاڻ کي سنڌي سڏيون ٿا، سي ٻہ هڪ نظريو رکون ٿا، جنهن کي اسين 'سنڌيت' ٿا سڏيون ۽ اهو هڪ صاف سڌو سيڪيولرسٽ نظريو آهي، ۽ اُن ۾ اسين ڪابہ لِڪ يا منافقت ڪانہ ٿا ڪريون، ۽ پڌري پٽ چئون ٿا تہ اُن جي پاڙ ڌرتيءَ ۽ ٻوليءَ ۾ کُتل آهي. اسان جي هيءَ سنڌيت اسان کي سڄي عالم ۾ ڳنڍي هڪ ڪري بيهاري ٿي، ۽ اُن سان اسين پاڻ کي سڃاڻي سگهون ٿا، ۽ اُن سڃاڻپ جي سهاري، جي چاهيون تہ پاڻ کي سوڀياوان بنائي سگهون ٿا ۽ سدا پاڻ کي سڦل ۽ سرخرو رکي سگهون ٿا.

اسان وٽ اسان جي هن پنهنجي سنڌيت جي بنياد جا صديون پراڻا سوان سڌا ۽ آزمايل اصول موجود آهن، جيڪي انسانيت جا اصول آهن، ماڻهپي جا اصول آهن- محبت، فضيلت ۽ خدمت جا پريم، مريادا ۽ شيواداريءَ جا اصول- جن کي اسين هڪ ئي لفظ ۾ 'سنڌوءَ جي ساجهہ' بہ چئون ٿا. هيءَ انسانيت، هيءَ ماڻهپو، هيءَ ساجاهہ، جتي بہ انسان ۽ انسان ۾ ٻيائي يا دوئي نہ هوندي اُتي ۽ فقط اُتي موجود هجي سگهي ٿي. اسان جي بزرگن ۽ رهبرن، اسان جي سڀورن سنت شاعرن - شاهہ، سچل، ساميءَ ۽ ٻين- اسان کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ اها دوئيءَ دور ڪرڻ جي ڳالهہ وري وري ۽ پوريءَ چتائيءَ سان پئي ٻڌائي آهي ۽ سيکاري آهي:

ٻيائيءَ کي ٻَک، جن وڌو سي وِرسيا.

شاهہ سائينءَ تہ اسان کي انسانيت جي هيڪڙائيءَ جو، اُن جي ايڪي جو، هيءَ سبق انيڪ نمونن ۾ ڏاڍي پياري انداز سان ڏنو آهي:

مون، تون، آئون، اسين چارئي چتان لاهہ،
سندي دوزخ باهہ، تہ تو اوڏيائي نہ اچي.

اسان سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ٻنهي ٻالڪن، هندن ۽ مسلمانن، مان هر هڪ کي سڏي ۽ وري وري سڏي، چيو اٿن:

ان پر نہ ايمان، جئن ڪلمي گو ڪوٺائيين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر اُذر آهين.

ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ،
هندو هڏ نہ آهيين، جٽيو تو مَ جڳاءِ،
تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.

سر نايو سجدا ڪرين، تَنَ تواضع تو نہ،
هُوَ جو مَٽڪو مَن جو، سهجان سارين سو نہ،
ڪوڙا ٽيندءِ ڪونہ، ڏوٽئين ڦوڪٽي فائدو.

ڏسڻ ڏسين جي، تہ همہ ڪي حق چئين،
شارڪ شڪ مَ ني، اوڳا اِنهيءَ ڳالهہ ۾.

اوڏو جو اثبات، ڪي سو شرڪ لاهي شڪ
هُئي جنهن ۾ حق، تنهن نفيءَ ڇهڙو ناهہ ڪي.

(٥)

اسين جيڪي پاڻ کي پنهنجن شاعرن ۽ بزرگ رهبرن جي اِن اعليٰ سکيا جو پوئلڳ سمجهون ٿا، سنڌي آهيون ۽ سنڌيت جا دعويدار آهيون- جيتوڻيڪ اڄ اسين ظالم دنيا جي مفاد پرستيءَ جا ڏکويل ۽ آزاريل آهيون ۽ هڪبئي کان وڇڙيل ۽ واوکر ٿيل آهيون، پر جيسين اسين پنهنجي فڪر ۽ عمل ۾ انسانيت جي انهيءَ حق ۽ اثبات جي اون رکون ٿا ۽ اُن جي ئي شناس ۽ ڳولا اسان جو مقصد آهي، تيسين پڪ آهي تہ اسان جي تقدير جي ٻيڙي لڏي لڏي، وري بہ تار تري، اوس پار پهچي ويندي... تيسين اسان کي سوکيم سجاڳ ۽ سُرتائتو سو رهڻو پوندو -

ملاحظو مهراڻ جو مُور مَ لاهہ مناءِ،
سامونڊي سنيال، ڪي سمهيءَ آيئہ ساءِ!
جاڳي جر مٿاءِ، تاري واڻءَ تراز ڪي! (شاهہ)

۽ اِهائي وڏي ڳالهہ، اِهوئي املهہ چتاءُ، اِهائي جيءَ جيارَ خوش خبر، پنهنجي هن اندر جي ڳري آواز، پنهنجي هن سڪ- درسي ڪوتا، دوست الهداد جي لفظن ۾ ’سور ۽ سرور گاڏڙ‘ ”اباڻي اُڪير“ ۾ اسان جو پيارو ياءُ نرنجن دوُداڻي بہ اسان کي ڏئي ٿو - شال، اُها اسين ٻڌون ۽ هنئين سان لايون:

”جڏهن لامن ڪي لاڏ لڳندو، باغن تي رنگ سجندا،
تانگر ولين ۾ تڙندا، ٻچن مان سلا ڦٽندا،
......
وڻجارن لئہ واءُ ورندو، سيڻن کي لاڳ ملندا،
هيڻن کي آڏ ڏيندا، گلاب رابيل سرهاڻ ڏيندا،

چنبڊ چغلي نہ هٽندو، چانڊاڻ نہ ڪندي مانڊاڻ،
ڪڪرن مان ٺارُ ڪرندو -
وحدت وارو سبق سٽيئون، آدرياءَ جي اڏَ اٿئون
ورٿو اُهو جو جُڳ جُڳ ڪان آهه :
ٻرانگهه ورائي هيڏانهن هوڏانهن پيو ڏسجانءِ،
پيرو پڇائي پنڌ ڪجانءِ
پيرو پڇائي پنڌ ڪجانءِ...“ •

حيدرآباد سنڌ
آڪٽوبر 29- 1985ع

# سنڌ منهنجي خوابن جي

[مارچ 20 ، 1987ع تي شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽي، ڪراچيءَ جي "سنڌي معاشرو ۽ سنڌ سياڻي" جي موضوع تي سڏايل سيمينار ۾ پڙهيل صدارتي تقرير]

عزيزو، "سنڌي سماج ۽ سنڌ سياڻي" جيڪڏهن "سياڻي لاءِ سوچ جي ڳالهه آهي، "آئيندي جي اڳڪٿيءَ" جي ڳالهه آهي، ڪنهن "خواب جي ڳالهه "آهي، ته اِها سوچ، اِها ڪٿ ۽ اِهو خواب منهنجي دل ۾ به موجود آهي.

الا ائين م هوءِ جيئن آئون مران بند ۾!
جسو جنجيرن ۾ راتيان ڏينهان روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڄنم ڏينهڙا!

عزيزو، ڪنهن موجود هاجي ڪي هاجو سمجهڻ ۽ اُن کي ختم ڪري ڪنهن نئين لايدائڪ صورت جي پيدا ڪرڻ جي ضرورت جي احساس کي "انقلابي شعور" ٿو چئجي، اُن لاءِ پوري پوري ۽ هر طرح جي ڪوشش ۽ قربانيءَ کي "انقلابي جدوجهد" ۽ اُن ۾ ڪاميابيءَ کي "انقلاب" ٿو سڏجي.

آخر والعصر جو، ائين اُٿائون (شاهه)

يعني : "انقلابي دؤر جو نتيجو ائين پڌايو اٿن."

اسان جي سدا حيات شاهه عبداللطيف بيت جي هن مصرع ۾، قرآن شريف جي سورت "العصر" جي حوالي سان، اِها ڳالهه ڪئي آهي. مولانا ابوالڪلام آزاد اِن سورت جي پهرينءَ آيت "والعصر" جو ترجمو هيئن ڏنو آهي:

"قسم آهي اُن انقلابي جُڳ ۽ تبديلين جي دؤر جو جيڪو پوئين دؤر کي ختم ڪري ٿو ۽ نئين دؤر جو بنياد رکي ٿو...."

هن سورت جي پوئينءَ آيت "وتواصو ابالحق و تواصوا بالصبر" جو تفسير مولانا آزاد هيئن ڪيو آهي:

"حق ۽ صداقت جو ميدان فقط جهاد جي ذريعي فتح ٿي سگهي ٿو: ۽ صبر جهاد جي حقيقت لاءِ بنيادي شرط آهي."

حق ۽ صداقت لاءِ جهاد جي وڏيڪ ڳالهہ ڪندي، مولانا آزاد سورت "التوبہ" جي تفسير ۾ اُن لاءِ "صبر" جي شرط بابت لکي ٿو:

"انسان جڏهن بہ ڪنهن مقصد جي راهہ تي قدم رکي ٿو، ۽ مصيبتن سان منهن مقابل ٿئي ٿو، تہ ٻن نمونن جون حالتون پيدا ٿين ٿيون: ڪي ماڻهو جوانمرد ۽ باهمت هوندا آهن، اُهي ڪنهن هيڪ ڳان سواءِ مصيبتون سهي وڃن ٿا. پر اُنهن جو اُهو سهڻُ سهڻُ وڃڻ ئي هجي ٿو. اُها ڳالهہ ڪانہ هوندي آهي تہ مصيبتون ڪين مصيبتون ئي نہ لڳنديون هجن بلڪ ڦري اُنهن لاءِ عيش ۽ راحت بڻجي پونديون هجن. چو تہ مصيبت وري بہ مصيبت آهي. باهمت شخص ڪڙو ڍڪ سواءِ ڪنهن هيڪ جي پي ويندو، پر اُن جي ڪڙاڻ جو سخت ذائقو هو ضرور محسوس ڪندو. پر ٻيا ماڻهو اهڙا بہ هوندا آهن، جن کي رڳو باهمت نہ چوڻ گهرجي، بلڪ اُن ڪانِ بہ وڏيڪ ڪجهہ سڏڻ گهرجي. اُنهن ۾ صرف همت ۽ جوانمردي ئي نہ هوندي آهي، پر منجهن عشق ۽ فدائيت جي حالت پيدا ٿي وڃي ٿي. اُهي مصيبتن کي مصيبتن جيئن نٿا سهن، پر عيش ۽ راحت طور هو اُنهن مانَ لذت ۽ سرور ماڻين ٿا. محبت جي راهہ جي هر مصيبت اُنهن لاءِ عيش ۽ راحت وانگر هڪ نئين لذت بڻجي وڃي ٿي. جيڪڏهن اُن راهہ ۾ ڪين ڪنڊن تي بہ سمهڻو پوي تہ ڪنڊن چيڻ مان بہ اُنهن کي اُهائي راحت ملندي جيڪا ٻئي ڪنهن کي گلن جي سيج تي سمهڻ سان بہ ملي نہ سگهي، ايتري قدر، جو اُن راهہ تي مصيبتون جيتريون بہ وڌنديون وينديون آهن، هُنن لاءِ رڳو اِن ڳالهہ جو خيال تہ اُهو سڀ ڪجهہ ڪنهن منزل ڏانهن ويندڙ راهہ ۾ ڪين پيش اچي رهيو آهي، هُنن ۾ عيش ۽ سرور جو اهڙو اڪٽ جذبو پيدا ڪري ڇڏي ٿو، جو اُن جي سرشاريءَ ۾ جسم جي ڪابہ ڪلفت ۽ ذهن جي ڪابہ اذيت اُنهن کي محسوس ئي نٿي ٿئي. هيءَ ڳالهہ اوهان کي ٻڌڻ ۾ عجيب لڳندي هوندي، پر حقيقت ۾ اِها ايتري عجيب بہ ڪانهي، چو تہ هيءَ انساني زندگيءَ جي رواجي وارداتن مان هڪ آهي. عشق ۽ محبت جي منزل تہ ڏاڍي اوچي آهي - پر اُن واردات کان، 'بوالهوسيءَ جي دنيا' بہ خالي ڪانهي."

عزيزو، حضرت شاهہ عبداللطيف پنهنجي سڄي رسالي ۾، سنڌ جي سيني لوڪ روايتن ۽ لوڪ داستانن جي مدد سان، رسالي جي ڇتيهن ئي سرن ۾ اِهائي مقصد، مقصد سان عشق ۽ محبت، ۽ مقصد جي راهہ تي خود قربانيءَ

جي ڳالهہ ڪئي آهي. انساني زندگيءَ جي اُنهيءَ عظيم ”واردات“، عشق ۽ محبت جي واردات، مقصد سان فدائيت جي اعليٰ منزل جي ”واردات“، جي ڳالهہ ڪئي آهي. رسالي جي پهرئين سُر ”ڪلياڻ“ ۾ ئي پاڻ اُن لاءِ ”سپرين“، ”سڪ“ ۽ ”سور“ جا علامتي اصطلاح تخليق ڪيا اٿن ۽ وري وري ڪم آندا اٿن. ”سپرين“ مقصد لاءِ- ”سڪ“ مقصد سان عشق ۽ محبت لاءِ“، ۽ ”سُور“ مقصد جي راهہ ۾ پيش ايندڙ تڪليفن ۽ مصيبتن لاءِ.

هڪ روايت موجب شاهہ لطيف پهريائين، ٻين سُرن سان گڏ مڪيہ طرح سسئيءَ جي سُر جا بيت ڏيندو هو، ۽ پوءِ جڏهن پاڻ ڀوهہ جوانيءَ ۾ ئي هو، تہ پنهنجي سهيوڳي بزرگ ۽ درويش شاعر، ميين شاهہ عنايت، جي خاص چوڻ تي، جيڪو اُن وقت پنهنجيءَ پير مرديءَ جا تقريباً نوي سال گذاري چڪو هو، مارئيءَ جي قصي ڏانهن پنهنجو دلي لاڙو رکيائين. ۽، مارئيءَ جي سُر ذريعي، انساني زندگي جي مقصد جي رڳو عمومي طور ۽ انفرادي انداز واريءَ ڳالهہ ڪرڻ بدران، پنهنجي دلنواز شاعريءَ سان سنڌ جي ماڻهن ڪي سندن مقصد جِي، خصوصي طور ۽ اجتماعي نوع واري، ڳالهہ ٻڌائڻ شروع ڪيائين - فرد ۽ جماعت جي تعلق جِي، ملير جي ۽ مارن جِي، ملڪ ۽ ملڪ جي ماڻهن جِي، وطن ۽ قوم جِي، آزاديءَ جي شان ۽ عظمت جِي ۽ آزاديءَ وڃڻ ۽ آزاديءَ جي ماڻڻ لاءِ حوصلي ۽ همت جي جاڪوڙ جِي ۽ سر گهورڻ جِي-

عمر منديا مامرا، مارو تہ تيا،
آئون بندياڻي بند ۾، ڪ کي بند ٻيا!

اُتندي پيم اوچتا، پيڪڙا پيرن،
هتوڙيون هٿن، چنگهون ٻانهون ڪاٽ ۾.

بندي ٻيا قرار، اسين لوچون لوهہ ۾،
مٿي تن ترار، سدا سانبيئڙن جي.

پيڪڙا پيرن ۾، ڪوٽين اندر ڪِير،
چاري چوگانن ۾، واهپ ڪن وزير.

نہ سرتيون نہ سير، نہ سي ڏونرا ڏيهہ ۾،
هڪ ڪوٽن ڪُنيَ آهيان، زوراور زنجير،
مارو! ماريم مير، ويني ڳوڙها ڳاڙيان.

جانکي ستين سِيرُ تان کي وهنديس ڪوٽ ۾،
سپ سمنڊين سَچجي، نديءَ پئي نہ نير،
جيئن هوءَ ابر آسري تئن مون من ملير....

جر ۾ سپون جيئن، آهن ابر آسري،
جيئن ڪونجون سارن روهہ کي مون تن اندر تيئن،
ڪوئين ويهان ڪيئن، جي نظربندياٽي نہ هٽان!

ستي لڌم سهڻو، ڪتيءَ ۾ خاصو،
وٺا مينهن ملير ۾ ٿيو تڙ تڙ تماشو،
چوريان جان باسو، تان جسو جنجيرن ۾!

ڪوهر، ٿوهر، تر، جت سانيڪا ۽ ستيون،
چارين اُتَ چاهہ منجهان، پاسي ڦوڳن ڦر،
ڪيئن لهندم ڪر، جئن مارو پاڻ آپاريا!

هن مند مارو سنرا ويڙهين وڳ وارين...
هن مند مارو سنرا کاٿُرَ ۾ خوشحال....
هن مند مارو سنرا ڍنگر ڍار رهن....
هن مند مارو سنرا ساٿيهہ منجهہ سڌير....

چُرن چٽکن چت ۾ وسرن ڪين وري....
چُرن چٽکن چت ۾ گِهارين متي گهَٽَ.....
چُرن چٽکن چت ۾ هُرن منجه هنئين....
چُرن چٽکن چت ۾ سدا منجهہ سرير .....
چُرن چٽکن چت ۾ رهيا اندر روح....

سنهيءَ سئيءَ سبيو مون ماروءَ سين ساه،
پکن منجهہ پساهہ قالب آهي ڪوٽ ۾.

ايءَ نہ مارن ريت، جئن سيڻ مٽائن سون تي،
اچي عمرڪوٽ ۾ ڪنديس ڪا نہ ڪربت،
پکن جي پريت ماڙيءَ سين نہ مٽيان.

سکر سي ئي ڏينهن جي مون گهاريا بند ۾،
وسايم وڏ ڦڙا، متي ماڙين مينهن،
نيئر منهنجي نينهن اُجاري اڇو ڪيو.
ڪونهي قادرُ کو ٻيو، اُنهين جو اياڳ،
سيوئي سياڳ، مارئيءَ مساوي ٿيو.

نڪا جهل نہ پل، نڪو رائُرُ ڏيهہ ۾،
آٽيو وجهن آهرين روڙيو رتا گل،
مارو پاڻ امل، مليرونِ مرڪٽو.

عزيزو، قديم ماضيءَ جي ڏنڌ مان نروار ٿيندي، ٻين انيڪ ملڪن ۽ ماڻهن وانگر، صدين جي تاريخي سلسلي مان گذرندي، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهو پنهنجي خاص سڃاڻپ سان ١٨٤٣ع ۾ دنيا جي نقشي تي، برصغير هند ۽ سنڌ جي نقشي تي، موجود نظر اچن ٿا. آئون سندن تاريخ کي ٽن دؤرن ۾ ڏسان ٿو- ١٨٤٣ع تائينءَ جو (قبل از تاريخ ۽ بعد از تاريخ) دؤر، ١٨٤٣ع کان ١٩٤٧ع تائينءَ جي هڪ صديءَ جي غلاميءَ جو دؤر، ۽ اُتان کان پوءِ هيءُ اڄوڪو سندن اپاڻو دؤر: ڇو تہ اِن طرح آئون سندن اڄ جي هن دؤر کي آسانيءَ سان ۽ چٽو ڏسي سگهان ٿو.

دنيا ڄاڻي ٿي تہ تهذيبَ انسانيءَ جي علمي ۽ صنعتي دؤر ۾ پير پاتلَ براعظم يورپ جي انگريز حملہ آورن سنڌ ۽ سنڌي قوم تي ١٨٤٣ع ۾ ڪنهن ٻيءَ قوم يا ٻئي ملڪ جو حصو سمجهي حملو نہ ڪيو هو ۽ نہ اُنهن کي ڪنهن ٻئي ملڪي يا ٻيءَ قوم جي حصي طور فتح ڪيو هو. سنڌ دنيا جي نقشي تي اُن وقت بہ هڪ ملڪ هو ۽ سنڌي ماڻهو تاريخ ۾ اُن وقت بہ هڪ قوم هئا. انگريزن جي حڪمرانيءَ جا هڪ سؤ سال، بهرحال سنڌ ۽ سنڌ جا ماڻهو اُنهن جي ڪُل-هند بيٺڪي نظام جو حصو ضرور رهيا، پر ائين هو پنهنجي آزاد ارادي ۽ مرضيءَ سان نہ هئا. اُهو عرصو، برصغير جي ٻين پاڻ جهڙن ٻاندي ماڻهن سان شامل ٿي، هو پنهنجي آزاديءَ لاءِ، حالتن پٽاندر، ڪُل- هند نئشنل ڪانگريس يا ڪل- هند مسلم ليگ جي پليٽ فارمن تان، پنهنجي وس آهر، جدوجهد ۾ مصروف رهيا ۽ آزاديءَ جي اُن عام جدوجهد جي نتيجي ۾، ۽ ائين ڪٽي ڇٽجي. هڪ قسم جي راڄوٽي فيصلي مطابق، جيئن سڄو برصغير آزاد ٿيو تيئن هو پاڻ بہ آزاد ٿيا. اُن فيصلي موجب جنهن سان ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ حڪومت برطانيہ ٽنهي ڌرين جو اتفاق هو، برصغير جي اتر- اولهہ ۽ اتر- اوڀر جي مسلم اڪثريتي علائقن جي ميلاپ سان پاڪستان جي رياست (State) وجود ۾ آئي، جنهن ميلاپ ۾ سنڌ بہ شموليت ڪئي، جيئن هيئر بہ اُن جي آهي. پر اُن ميلاپ جا ڪي واضح اصول

هئا، ڪي متفقہ شرط هئا ۽ اُهي ڪل - هند مسلم ليگ جي مارچ 1940ع واري لاهور ٺهراءَ ۾، ۽ اُن کان پوءِ مئي 1941ع واري ڪل هند مسلم ليگ جي آئين ۾ اڄ بہ موجود آهن. اُنهن مطابق سنڌ کي، سنڌي ماڻهن کي ۽ ٻين مسلم اڪثريتي علائقن جي ماڻهن کي، پاڪستان جي اُن ميلاپ ۾ آتانامي ۽ ساورينٽي (خود اختيارت ۽ خود اراديت) جو درجو ملڻو هو. پر افسوس، جو اُنهن شرطن ۽ اُنهن اصولن جو پهرئين ئي ڏينهن کان جن حلقن کي پاڪستاني رياست جو اقتدار ۽ اُن جي حڪومت (Government) جو اختيار منتقل ٿيو، تن احترام نہ ڪيو، بلڪ هُنن، اسلام ۽ پاڪستان جي حوالي سان، حب الوطنيءَ جي مقدس جذبي کي پنهنجن استحصالي ارادن ۽ مستقل مفادن سان موافقت جون معنائون ڏيئي، پنهنجي طرفان اُنهن شرطن ۽ اصولن جي خلاف ورزين، وعده شڪنين ۽ ويساهہ گهاتين جي پرده پوشيءَ لاءِ ۽ اُن سڄي مجرمانہ عمل جي جواز طور استعمال ڪيو. هو ائين ڪري سگهيا، اُن لاءِ ٻين انيڪ سببن سان گڏ بنيادي طور برطانوي سامراج کان رياستي اقتدار توڙي حڪومتي اختيار جي غير جمهوري منتقلي ۽ اُن منتقليءَ جو غير جمهوري طريقو ذميدار هو. هڪ تہ اُها منتقلي غير معمولي طور جلد بازيءَ سان عمل ۾ آندي ويئي ۽ اُن لاءِ جن جمهوري تقاضائن جي پورائي ۽ انتظامي طور جيڪا گهٽ ۾ گهٽ تياري لازم هئي سا نہ ڪئي ويئي، ۽ ٻيو تہ سڄو حڪومت اختيار، ۽ پوري اهتمام سان، اُهوئي برطانوي بيٺڪي حڪومت جي سول (شهري) ۽ ملٽري (فوجي) عاملہ وٽ رهيو ۽ رڳو مٿي چوٽيءَ تي سامراج جي ڪن خاص معتبرن ۽ معتمدن جي صورتن جي پاڻ ۾ مَٽَ سَٽَ ٿي.

ائين اقتدار ۽ اختيار جي نون نوابن ۽ صاحبلوڪن پاڪستان جي رياستي توڙي حڪومتي مسئلن کي فقط انتظامي ۽ قانون ۽ ضابطي (Law and Order) جا مسئلا سمجهيو، ۽ ڪڏهن بہ اُنهن کي سياسي مسئلن طور سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ ضروري نہ ڄاتو. ۽ اُن سڄيءَ غُلغلائيءَ ۽ اُرهہ زورائيءَ بلڪ غنڊا گرديءَ جي تهہ ۾ اُنهن جي انفرادي ۽ گروهي "بوالهوسي" ئي لڪل هئي. سڄو وقت هُنن رڳو اسان جا اقتصادي مال اسباب يعني اسان جون زمينون، اسان جا ڪيت، اسان جا معدني خزانا، اسان جا ساموندي ڪنارا، درياءَ ۽ ٻيلا، اسان جا ڳوٺ ۽ شهر، اسان جي روزگار جا وجهہ ۽ وسيلا، اسان جا تهذيبي ورثا- ٻولي، آدب ۽ فن، صحافت، تعليمي ادارا- ۽ وڏي ڳالهہ

تہ اسان جي انساني آباديءَ جا انگ اکر بہ پئي تاڙيا آهن ۽ تڳايا آهن، ۽ غضب ڪرڻ لاءِ هر وقت پنهنجي ڪڌهن بہ نہ پرجندڙ حريص اک ۾ رکيا آهن- ايتري قدر، جو اڄ اسين اُنهيءَ هاڃي جي شعور ۽ خساري جي احساس کي ذهن تي رکي ۽ دل ۾ ڪٺي هلڻ تي مجبور آهيون، جنهن کان قرآني سورت العصر هن ڌرتيءَ جي انسانن کي، ۽ پڻ اسان کي، "والعصر اِن الانسان لفي خُسر" چئي، خبردار ڪيو آهي.

عزيزو، اڄ اسين اِن امڪان جي خوف ۾ ورتل آهيون تہ اسان جي وجود جو ڇا ٿيندو. تحقيق، اڄ اسين - اسين ڪير؟ اسين اُهي جن لاءِ اسان جي ڏاهي سچڻ شاهہ عبداللطيف چيو:

سور ورهايان سرتيون جي ورهايا وجن،
پيون ڪوه پڇهن، جن سندا تن سامهان.

- يعني تہ اسين سڀ سنڌ جا ماڻهو، سڀ سنڌي، سڀ اُهي جيڪي سنڌ جا قبل از پاڪستان رهواسي آهيون ۽ پڻ اسان جا نوُ وارد ڀائر جيڪي پاڪستان ۾ رياست جي اقتدار ۽ حڪومت جي اختيار جي مجرمانہ، بي شعور، غير ذميدار ۽ غير جمهوري منتقليءَ جا سڌا ۽ فوري شڪار بڻجي اسان وٽ مهاجر ٿي آيا ۽ اڄ پنهنجي سنڌ کي پنهنجو گهر سمجهن ٿا ۽ اُن سان جيئڻ مرڻ جو قول اٿن (جيڪو اسان سيني کي اُن سان هئڻ کپي، ) ۽ سنڌ کان سواءِ ڪٿي بہ نہ هئن، پاڪستان جي اندر يا پاڪستان کان ٻاهر، گهر ڪونہ اٿن- سي سڀ اسين، تحقيق، اڄ اُنهيءَ انتهائي تيز ۽ ڪنور چئلينج جي مُنهن مقابل آهيون، جنهن جو چتاءُ اسان کي اسان جي صاحب ڪتاب، حضرت شاهہ عبداللطيف بہ، اُن قرآني سورت "العصر" جي حوالي سان پنهنجي ڪلام انسانيءَ جي سُر ڪلياڻ (بمعنيٰ "فتح") ۾ ڏنو آهي ۽ چيو آهي تہ وقت جي اِن چئلينج کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏيڻ لاءِ اسان لاءِ سواءِ انقلابي جدوجهد جي ٻيو ڪو در کُليل ئي نہ آهي-

پر ۾ پڇيائون، عشق جي اسباب کي،
دارون هن درد جو ڏاڍو ڏسيائون،

آخر والعصر جو اينهين اُتائون،
تهان پوءِ آئون سِڪان ٿي سلام کي.

سِڪين ڪُهہ سلام کي، ڪرين ڪهہ نہ سلام،
ٻيا دَرَ تن حرام، اي دَرِ جنين ڏيکيو.

"اي در" انقلاب جو در، جدوجهد جو در، خود قربانيءَ جو در، "ليس للانسان الاماسعيٰ" جو در: جو تہ سنڌي سماج سياڻي جي سنڌ ۾ اُهو ئي هوندو، جيڪو اسين پنهنجي دل ۾ پاڻ رٿيندا سون ۽ پنهنجن هٿن سان پاڻ اڏيندا سون.

تنهن وچ ۾ آئون شاهہ سائينءَ جو ئي هڪ املهہ بيت، جو، اُن سماج جو، اُن اسان جي خوابن جي سنڌ جو، سڌ بہ آهي، اوهان جي آڏو رکندس، ۽ اُن تي دل جي حضور سان غور ڪرڻ جي، وري وري غور ڪرڻ جي، ۽ پڻ اُن جي موٽ ڏيڻ جي، اوهان کي دعوت ڏيندس، ۽ اوهان کان اجازت وٺندس- يار زنده صحبت باقي:

"هلو تہ هلون ڏٿ کي! اُتو! اُتو! ڪن،
پاٽي پوتڙين ۾، ڪُندر سِرِ ڪُلهن،
ڏؤنرا ڏور سُجهن، وَئي وهامي راتڙي."

# ڇڄ ۾ قطاران، ساٿ چڙهندو لڪئين!

[شاھ عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽيءَ طرفان 31- مارچ 1985ع تي ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايل سيمينار ۾، ”شاھ ۽ نوجوان“ جي موضوع تي پڙهيل صدارتي تقرير.]

شاھ عبداللطيف ڀٽائي- سنڌ جو ساھُ، سنڌ جو روح، عالمي شاعرُ: سنڌي ٻوليءَ کي سنڌن فڪر ۽ فن جي اظهار جي ذريعي جو شرف نصيب ٿيو. سنڌي قوم قدرت جي اِن سعادت بخشيءَ تي بہ اوترو ئي فخر ڪري ٿي ۽ سنڌس احسان مڃي ٿي جيترو پنهنجي وطن پاڪ سرزمين سنڌ، جي مرحمت ٿيڻ تي.

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار،
دوست مِٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

هن دعائيہ آيت ۾ حضرت شاھ عبداللطيف رحمةالله عليہ، لفظ ”عالمُ“ جي واحد جي صيغي ۾ آندو آهي، تہ بہ اُن عالمَ، بمعنيٰ ”دنيا“ ۾، سنڌ کي هڪ مستقل وطن سڏيو اٿن، ۽ جيڪڏهن جمع جي صيغي ۾ ڪم آندو اٿن، تہ بہ ڌرتيءَ تي جيئن ٻيا اَرضياتي انساني عالمَ، جيئن ترڪيءَ جو عالم، افغانستان جو عالم، چين جو عالمُ، دکن، جيسلمير، ڪڇ، ڪاٺياواڙ وغيره وغيره جا عالمَ يا دنيائون، تيئن پنهنجي وطن سنڌ کي بہ هڪ قائم بالذات، مستقل عالمَ يا دنيا چيو اٿن.

موتي مانداڻن جي، واري ڪيائين وارَ،
وڃون وسڻ آئيون، چڱيءَ ڀَت چوڌارَ،
ڪي اُٺيون اِستنبول تي، ڪن مڃيا مغرب پارَ،
ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمرقند سارَ،
ڪي رَمِي ويون رومَ تي، ڪي ڪابل ڪي قنڌارَ
ڪي دهلي، ڪي دکن، ڪي گُڙن مٿي گرنارَ،
ڪن جُنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير بُڪارَ،
ڪهين ڀُڄ ڀڄائيو، ڪنهين ڍَٽ مٿي ڍارَ،

کنھن اچي عمر کوٽ تان، وسايا ولھارَ،
سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سُڪارَ
دوست مٺا دلدارَ، عالمَ سڀ آباد ڪرين!

حضرت شاهہ سائينءَ جن پنھنجي رسالي ۾ ("رسالو" يعني "پيغام") سارنگ جو هيءُ سُرود تخليق ڪري، سنڌ ۽ سنڌي قوم جي قدرتي نعمتن ۽ تھذيبي فضيلتن کي روشن ڪيو آهي-

مُند ٿي منڊل وڄيا، ڪي اوهيرن اوڪَ،
ڇاڇر ٿي ڇَنن ۾، مينھون چرن موڪ،
سُرهيون ٿيون سنگھاريون، پويو پائين طوقَ،
ميها، ڇيڙ، ڦنگيون، جت ٿين سيپئي ٿوڪ،
لَٿا مٿان لوڪَ" ڏولائي جا ڏينھڙا.

-

موٽي مانڊاڻن جي، ڀري ڪيائين ڀيڄَ
وڄون وسڻ آئيون، سارنگ چڙهيو سيڄَ،
نُوريون تنھن نوازيون، ڏيئي ڏوٽا ڏيڄ،
ٻجَ ڪٽي ڀَتِ هليا، هاري منجھان هيڄ،
راضي منجھان ريجَ، عالم سڀ آباد ٿيو.

-

موٽي مانڊاڻن جي، جُڙي ڪيائين جوڙ،
وڄون وسڻ آئيون، ٻَهہ ٻَهہ ڪري ٻوڙ،
اَنن جا عالمَ ۾ ڪَرن اندر ڪوڙَ،
سارنگ لاٿي سوڙَ، ساندهہ سُهائو ٿيو.

-

موٽي مانڊاڻن جا، ڀَري ڪيائون ڀرَ،
وڄون وسڻ آئيون، ڪوڏان ڪٽي ڪر،
مينھون پاٺمراديون، ٿڌا چرن ٿرَ،
ساري اڇيو سامهيون، ڏين سنجھي ڪير سجرَ،
ساڻ واڍين وَرَ، پُريون پرچڻ جون ڪيون.

حڪم ٿيو ٻادل کي ته سارنگ سان ڪڇن،
وڄون وسڻ آئيون، تهه ٿهه مينهن ڦمن،
جن مهانگي لئه ميڙيو، سي تا هٽ هڻن،
پنجن منجهان پندرهن ٿيا، ائين تا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيهه مان شلَ موڏي سڀ مرن،
وري وڏيءَ وَسَ جون ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چوي سيِن، آهه توهه تنهنجي آسرو.

شاهه سائينءَ هن سُرود ۾، جنهن کي آئون وطن لاءِ سندن قصدو سمجهان ٿو، سنڌ کي سنڌ سڏيو، سنڌڙي سڏيو، ۽ جُوءِ، ٻُون، ساٿيهه، ڏيهه، وطن ۽ مُلڪ سڏيو. ۽ اِن ۾ پاڻ سنڌي قوم کي. خاص طرح اُن جي عوام کي، وڏي پيارءِ ڏاڍي پاٻوهه سان، پنهنجا سانگي، سيڻ، سنگهار، ولهار ۽ لوڪ سڏيو اٿن، ۽ انهن لاءِ وڙاٽي ورائي پنهنجي سِڪ ۽ سَنيهه جو اظهار ڪيو اٿن ۽ دعائون گهريون اٿن-

- وطن وسائيج ته سنگهارن سُکُ ٿئي!
- آئون آسائتي آهيان، مانَ ٻجائي ٻُون!
- سڀاڄهي ستارَ، لاتا ذُرت ڏيهه تان.
- ڪِنوِي خراسان، سُکِ وسايُون سنڌڙي.
- قادر، ڪر ڪرم، ته وطن ۾ وسَ ٿئي!
- سائينم، سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪارَ!

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اهڙي پنهنجي پلاري وطن ۽ اهڙن پنهنجن سڀاڄهن لوڪن لاءِ اسان جي دِلي حُب ۽ دوستيءَ جي اظهار ۾ شڪَ ڪندي، بلڪ اُن لاءِ اسان کي ننديندي ۽ اسان تي ڪيتي الزام هڻندي، ڪن اسان جي ڪرم فرمائن پنهنجي برتر وفادارين ۽ ايمانداريِن جون دعوائون ڪيون ۽ اسان کي اسان جو شاههُ سيڪارڻ چاهيو ۽ چيو ته شاهه جو سُرود سارنگ سنڌ جو قصيدو نه، سنڌي ماڻهن جي سُک، سُڪار ۽ سلامتيءَ جي خواب جو اظهار نه پر سنڌ ۾ اسلام جي آمد جو علامتي اظهار هو- جڻ اِهي ٻه ڳالهيون پاڻ ۾ ڏريائين ناموافق يا مُتضاد هيون! جڻ دينَ اسلامَ جي اختيار ڪرڻ سان عربستان، تُرڪي، مصر، ايران يا ٻيا ملڪ ملڪ نه رهيا هئا ۽ آتان جون

عرب، ترڪ، مصري، ايراني ۽ ٻيون مسلمان قومون نہ رهيون هيون، ۽ اهي پنهنجي پنهنجي وطن کي ۽ پنهنجن پنهنجن لوڪن کي پيار ڪرڻ ۽ انهن جي دفاع ڪرڻ جي حق کان محروم ٿي ويون هيون. يا انهن جي ڪنهن شاعر يا اُن جي خاص ۽ عام پڙهندڙن کي پنهنجي ملڪ جي آزاديءَ ۽ قومي اتحاد ۽ خوشحاليءَ جي چاهنا رکڻ ۽ خواب لهڻ جو ضرور ٿي نہ رهيو هو! ۽ جي هُنن اهڙا خواب لڌا ٿي، تہ اهي ٻاهريان، جيڪي اسلام جو نالو کڻي وٽن آيا هئا يا ائين مٿن حاڪم بڻيا هئا، تن کي حق هو تہ هُنن تي اسلام دشمنيءَ ۽ غداريءَ جا لقب لائين ۽ پاڻ کان گهٽ درجي جو آدم سمجهن. جن جي ملڪ يا زمين ۾ تہ سندن دلچسپي هجي، پر جن جي ماڻهن ۾ سندن ڪا دلچسپي نہ هجي!

حضرت شاھ عبداللطيف سنڌ جو شاعر هو، سنڌي ٻوليءَ جو شاعر هو، جنهن جو پنهنجي وطن ۽ ماڻهن سان ازلي سڀنڌ هو ۽ انهن لاءِ هُن جي من ۾ آئيندي جو هڪ خواب موجود هو. آزاديءَ جو خواب. طويل ۽ لاڳيتيءَ غلاميءَ جي تاريڪ رات کان پوءِ آزاديءَ جي روشن صبح جي طلوع ٿيڻ جو خواب، جنهن جي حقيقت ۾ بدلجڻ جا آثار سندس آڏو نروار ٿي رهيا هئا. مغل اقتدار پوريءَ طور للڪارجي رهيو هو. پاڻ يارنهن ورهين جو سمجهدار معصوم ٻار ئي هو، جو 1700ع ۾ ميان دين محمد ڪلهوڙو، جنگ آزاديءَ ۾ وڙهندي، قرآن جي ضمانت تي نڪتي، ڳالهين لاءِ اورنگزيب جي پٽ معزالدين وٽ ويو، جنهن وعده شڪني ڪري ڪيس گرفتار ڪيو ۽ ملتان نيئي، ڪيس ۽ سندس ٻن ساٿين کي چيچلائي چيچلائي، سَنڌَ کان سَنڌَ الڳ ڪرائي، شهيد ڪيو. ڪلهوڙن جي جهنڊي هيٺ، آزاديءَ جي جنگ پوءِ جاري رهي ۽ ميان دين محمد جو ڀائٽيو ميان يار محمد اتر سنڌ مان مغلن جا پير اکوڙيندو اڳتي وڌندو رهيو، تان جو مغل مجبور ٿي، ڀهريائين سِبي ۽ ڍاڍر پوءِ بکر ۽ سيوهڻ جي علائقن تان دستبردار ٿيا، ۽ ائين 1711ع ۾، جڏهن شاھ جي عمر 22 سالن جي ڦوهہ جوانيءَ ۾ هئي، سڄي اتر سنڌ مغلن جي غلاميءَ مان آزاد ٿي، ۽ پاڻ، مارئيءَ جي ٻوليءَ ۾، سنڌ جي مڪمل آزاديءَ جي حتمي جواز طورفرمايائون-

> ڪوءِ آسون عمرڪوٽ جون، وَر جهنگلَ ۾ جهُوپي،
> جو اباڻن اڏيو، ڳُٽن سان ڳُوپي،

وينديس ويڙهيچن ڏي، لوهہ يَجِي لُوبِي،
چيڙ آئون چوپي، سِڪ لاهينديس سومرا!

-

ڪوءِ آسون عمرڪوٽ جون، وز ويهڻ وَسڪاري،
منهنجو تور تَلِن، ۾، اُت چيها تو چاري،
مري رهنديس، ماڙئين، ساهيڙيون ساري،
ڍائِي ڍَٽ ڏاري، آهم اُتين مينهڙين.

-

ننگا آهيون نڪتا، اسين مارو لوڪ،
ٿر ڪي ڀانيون ٿوڪ، جو ڍِڪَ ڍاٽينڙن جِي.

شاهہ غلاميءَ مان آزاد پنهنجي ديس جو ائين هڪ نبار آدرشَ ۽ دنيا ۾ پنهنجي آزاد ديس واسين جي انساني حيثيت ۽ قدر جو هڪ پُرخلوص ۽ معصوم تصور آڏو رکيو ٿي. هو هڪ بيحد مَلوڪ فرد هو، سدا پنهنجي ڌرتيءَ ۽ پنهنجن ماڻهن سان جڙيلُ، اُنهن جي هر دڪ ۽ هر خوشيءَ سان واڳيلُ- بيحد هڪ حساس، مُتلاشي ۽ باغي روح، فطري ۽ سماجي فضا ۾ گهيريلَ انساني زندگيءَ جي اهميت ۽ اُن جي منزل جي ڄاڻ چاهيندڙ- اهميت ڀلاين پريلَ، پر آ ڪَٽ، ۽ منزل پري ڪان پري، پر سدا اکين آڏو، تہ جيئن انفرادي ۽ قومي زندگيءَ جي اُن اعليٰ اهميت ۽ منزل ڏانهن وڌڻ ۾ جو ڪجهہ ٿئي سو ڪجي-

منزل ڏور م مَت، چڏ نہ سير لَڪَن جو،
لَئن جي واٽ م لَت، لُئن ري حَرفُ هنڻ ڪي.

’آزاد ديس جا آزاد ديس واسي‘ - شاهہ جو سچو روحاني جولان ۽ اُن جو عروج اِهو هو: شاهہ جي دؤر جِي سنڌ جن تاريخي حقائق سان مُنهن - مقابل هئي، اُنهن جي تقاضا شاهہ جي اعليٰ انساني روح لاءِ اِها هئي، ۽ اُن ڪي ساڳيءَ طرح جو نبار ۽ معصوم خيالي تصور، سادن، سهڻن، اَمٽ لفظن ۾، پاڻ هيئن ڏنائون-

نڪا جهل نہ پل، نڪو راڻُڙُ ڏيهہ ۾،
آٿيو وجهن آهُرين، روڙيو رتا گُل،
مارو پاڻ اَمل، مليرونِ مرڪٿو.

تحقيق، شاهہ جي دؤر ۾، سنڌ پنهنجي قومي وجود جي شعور کان نوازجي رهي هئي، ۽ پنهنجي ذات جي تسليميءَ ۽ قومي اظهار لاءِ جدوجهد ۾ مصروف هئي. سنڌ تي وحشين منگولن - ارغونن ۽ ترخانن، ۽ مغلن- جي ڌارئين راڄ (جيڪي ڀہ بيشڪ مسلمان ئي هئا) ۽ سنڌن انڌي ظلم جي تقريباً سوا ٻن صدين (1520ع کان 1736ع تائين) جو ڏکهو سياهہ ڪالُ ختم ٿي رهيو هو ۽ سنڌ جي ماڻهن جي رتوڇاڻ بند ٿيڻ جي قريب اچي بيٺي هئي، ۽ سنڌ پنهنجي آزاديءَ ۽ اتحاد جي منزل تي ۽ سنڌس رهواسي پنهنجي خودمختياريءَ ۽ آزاد راڄ جي دروازي تائين پهچي رهيا هئا.

۽ شاهہ جو رسالو سنڌ جي اُن آزاديءَ جي تلاش ۽ قومي تشخص ۽ خود اظهاريت جي اُڌمي جو ترجمان آهي. شاهہ جو اِهو هڪ سڌ هو سنڌ جي ماڻهن ڪي، هڪ قوم جي حيثِت ۾ پاڻ ڪي دريافت ڪرڻ ۽ سڃاڻڻ جو، ۽ پاڻُ مڃائڻ جو. اِنهيءَ ڪري شاهہ جو رسالو هڪَ مذهبي يا حڪيمانہ پستڪ کان وڌيڪ هڪُ قومي صحيفو آهي. اُن جي تشڪيل ۽ ترتيب سنڌ جي قومي زندگيءَ مان اُسريل هڪ روايت مثال آهي، جنهن جون پاڙون اُن زندگيءَ جي ٻن افضل ترين تاريخي دؤرن ۾ کُتل آهن - سومرن ۽ سمن جي ٻن دؤرن ۾، جيڪي (نائين صدي عيسويءَ جي وچ کان وٺي سورهين صديءَ جي شروع تائين) تقريباً ستن صدين تي پکڙيل هئا ۽ سنڌ جي سماجي - تهذيبي سڃاڻپ جا عظيم ترتيبي دؤر شمار ٿين ٿا.

شاهہ جي شعر جي ادبي افضليت ۽ صوفيانہ اُڌامَ بيان ۽ ڪاٿي کان مٿي آهن، ۽ اُن جِي فني خصوصيت ۽ سِجلائت بہ پنهنجي مثال پاڻ آهن. پر سڀ کان وڌيڪ، اُهو سنڌ جي ماڻهن جي ذهني ۽ اخلاقي قوت جو هڪ سرچشمو آهي، ڇاڪاڻ تہ اُهو اُنهن جي ٻوليءَ جي وسعت ۽ پختگيءَ جو حدَ نشانُ آهي- ٻولي، جيڪا سنڌن جُڳن جي زندگيءَ ۽ انساني جوهر جي پوري سفر جو هڪ مڪمل داستان آهي.

گذريل سال، سنڌالاجيءَ جي "پير حسام الدين شاهہ راشدي" آڊيٽوريم، حيدرآباد ۾، پير صاحب مرحوم جي زندگيءَ ۽ ڪم بابت هڪ مضمون پڙهندي، مون چيو هو تہ "ٻوليون قدرت جا معجزا ۽ انساني تاريخ جا وڏا ڪرشما هيون. ڪنهن ٻوليءَ جو سِرجڻ ئي معنيٰ تہ ڪنهن سماج جو، ڪنهن قوم جو، سِرجڻ- ڪن تهذيبي، سماجي ۽ معاشي ادارن جو

سِرجڻ- ڪنهن حڪمران قوت جو، ڪنهن سياسي اقتدار جي مرڪز جو، وجود ۾ اچڻ، پوءِ جڏهن اهو وقت آيو ٿي، جو خود خدا، يا ڪنهن خدائي آوازَ، ماڻهن سان ماڻهن جي پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪلام ٿي ڪيو، تہ عين ان گهڙيءَ کان پوءِ اهي پاڻ لاءِ ٻئي درجي جا ماڻهو ٿي رهڻ يا قومن ۾ هڪ گهٽ برابر قوم ٿي رهڻَ هرگز قبولي نٿي سگهيا. پولنڊ ۽ آئرلنڊ جديد عالمي تاريخ جا اِن قسم جا ٻہ سڀ کان وڌ قابل غور مثال آهن، ۽ ڪو ويجهي دؤر جو اهڙو مثال ٻہ گهرجي تہ اهو ٻہ بلڪل تازو، اسان جي بنهہ وچ ۾ ۽ اکين آڏو عمل ۾ اچي چڪو آهي."

اهڙيءَ طرح شاهہ اسان کي هڪ اَجهو ڏنو ۽ هڪَ پِراڻ - شڪتي ڏني، هڪُ پناهگاهہ ۽ پڻ آبحيات مهيا ڪيو، جيڪي تمام وڏن اَوسرَ جي وقتن تي ڪِري پيل ماڻهن کي ڪم ايندا آهن ۽ نيم مرده قومن کي جيئاري پيرن ڀَر ڪندا آهن - اجهو يا پناهہ گاهہ ٻوليءَ جو، ۽ پراڻ شڪتي، ساهہ کڻڻ جي قوت، شاهہ جو خود پيغامُ. اچو تہ اَجهي جي اوٽ وٺون، ۽ پيغام سان واڳجي، اُن تي عمل ڪريون: ٻولي سهاري ۽ اتحاد جي ڳنڍ، ۽ قومن جي وچ ۾ برابريءَ جو باعزت درجو - قومي تشخصَ ۽ امن پسنديءَ جي عمل جي راهہ - سيني جي گڏيل ڀلائيءَ لاءِ سيني جي وچ ۾ نيتِ ۽ نياءُ، عدل ۽ انصاف.

سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سُڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

۽ پڻ چيائون؛

جان تون ساقي آهئين، تان وٺي وڃ مٿو وجهہ،
جُود تنهنجو جَڪرا، آهي ٿاني سڄِ،
نينهن پيالو نِڄ، ڪاس ڏڄ ڪُهين کي.

جيڪڏهن اسين هاڻي ٻہ پنهنجي شاهہ جي هِن الاهي پيغام جو قدر ڪريون ۽ اُن تي هلون - يعني امن، انصاف ۽ مشترڪ ڀلائيءَ خاطر "قومن جي وچ ۾ برابري"، ۽ هر قسم جي "روڪ ۽ قبضي جو خاتمو"، اِنهي لاءِ تہ سيني جي لاءِ "محبت ۽ رزق جي وٺيءَ" جي آزاد ۽ هڪَ اَڪيائي، بلڪ ڪاس ڪُهين تائين پهچڻ جِي، گردش جاري رهي-، تہ اڄ ٻہ اسين بچي سگهون ٿا ۽ نجات پائي سگهون ٿا- مري وڃڻ کان پوءِ نہ، پر مرندي مرندي ٻہ

”اسين“ معنيٰ، تہ نہ فقط اسين سنڌ ۾ ۽ پاڪستان ۾ ٻيا، پر دنيا جا سڀ ماڻهو ۽ قومون، جيڪي سامراجيت جي موتمار خطري هيٺ آيل آهن- سامراجيت ديسي ۽ وديشي-، ۽ پڻ سڄو بني نوع انسان، جيڪو، انگريزي هفتيوار رسالي ”ميامي هيرالڊ“ جي ڪالم نويس، جِيني وينگارٽن، جي لفظن ۾، اَڄ ”سڀ ڪان وڌيڪ هولناڪ ٽيڪنالاجيءَ، يعني ٿرمو نيوڪليئر ٽيڪنالاجيءَ جي قاتل خطري جي عين ڳليل مُنهن ۾ ساهہ ڪٽي رهيو آهي.
شاهہ جو رسالو (وري بہ چئجي ٿو تہ ”رسالو“ معنيٰ ”پيغام“) تحقيق، مذڪور ڪالم نويس جي لفظن ۾، اسان کي ”تابوت جي پيٽيءَ جي اندر خاص بيرمَ“ جو ڪم ڏيئي سگهي ٿو، ۽ اسين جيڪي اُن تابوت جي پيٽيءَ ۾ اندر بند آهيون، جيڪڏهن اڳي ئي موت اسان تي غالب پئجي نہ چڪو آهي، تہ اسان کي هيءُ بيرمُ تابوت جي ڍڪڻ کي کولڻ لائق بنائي سگهي ٿو، ۽ اسين ڪفن ڦاڙي موت جي اُن تابوت مان ٻاهر اچي سگهون ٿا. ۽ اِهو، يعني شاهہ جو رسالو، تابوت جي پيٽيءَ ، وري بہ مذڪور ڪالم نويس جي لفظن ۾، اسان لاءِ ”ساهہ ڪٽڻ جي ڳڙڪي“ بہ آهي، تہ جيسين اسين بيرم کي ڏهائي ۽ ڪفن کي ڦاڙي ۽ ٻاهر اچي، آزاد هوا تائين رسون، ۽ موقعي جو فائدو وٺون ۽ پنهنجي جيئري رهڻ جو حق ماڻي سگهون، تيسين اندر تابوت جي بند پيٽيءَ ۾ ٻوساٽجي مري نہ وڃون.

اِنهي ڪري، اچو تہ گهٽ ۾ گهٽ اسين پاڻ ”پنهنجي“ لاءِ هميشہ اِهو ياد رکون تہ سنڌي، اسان جي مادري زبان، اُها ٻولي جنهن ۾ شاهہ جو اِلاهي آواز اسان ٻُڌو آهي، اسان لاءِ اُهو ”بيرم“ آهي، ۽ شاهہ جو اسان کي هڪ قوم طور خود - چڪاسيءَ ۽ خودشناسيءَ جو پيغام ۽ صلاحَ اسان لاءِ اُها ”ساهہ ڪٽڻ جي ڳڙ کي“ آهي. اچو تہ پوءِ پنهنجي ڌرتيءَ ۽ پنهنجي ٻوليءَ جي فدائيت جي بنياد تي اسين متحد ٿيون، ۽، اتحاد ۾ پنهنجي قوت دريافت ڪري، قومن جي وچ ۾ برابريءَ جي درجي لاءِ جدوجهد ڪريون- ڌرتيءَ تي اُن جَنتي صورتحال پيدا ڪرڻ لاءِ جيڪا هر قسم جي روڪ ۽ قبضي کان آجي هجي، ۽ جنهن ۾ سيني لاءِ محبت ۽ رزقُ، منصفانہ ۽ گهرج سارو، برابريءَ جي مانَ ۽ مَريادا سان، موجود ۽ مهيا هجي. اسين پنهنجي شاهہ جي حضور ۾، خراج عقيدت طور، فقط اهو ئي گهٽ ۾ گهٽ سوچ ۽ عمل جو نذرانو آهي، جو حاضر ڪري سگهون ٿا.

پاڻ اسان کي چيو اٿن تہ-

سُتا اُٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊون ڪندي نہ ملي!

اڄو تہ پنهنجي هاديءَ ۽ پنهنجي محسن جو اِهو پيغام اَڄ سَرلين ڪَنين ٻڌون ۽ هيئين سان لايون ۽ ڏور ستارن تي نظر رکي، پنهنجي مقصد جي امل نعت ماڻڻ لاءِ، عمل ۽ قربانيءَ جي واهہ تي، پنهنجي قافلي سان گڏجي ۽ قطارجي اِڳتي وڌون-

چيچ ۾ قطاران، ساٿُ چڙهَندو لَڪئين،
مَچُڻ ٽئين پُٺان، وڳ واٽَ ئي نہ لهين!

شال اسان ڪان اِها ڳالهہ نہ وسري تہ شاھ - سنڌ جو ساهہ، اَن جو روح، عالمي شاعرُ، پر وري بہ اسان جو پنهنجو شاعر - پنهنجي سچي فڪر ۽ سچي اُتساهہ سان، دنيا ۾ اسان جي حال ۽ اسان جي آئيندي جي پوري خير ۽ برڪت ۽ سچيءَ نيڪيءَ جو طالب آهي، ۽ اسان ڪان ئي خواهشمند آهي تہ اسين پاڻ اُن لاءِ عملاً ڇا ٿا ڪريون. هو سچ پچ پنهنجي رسالي جي هر سُرود جي هر داستان ۾ اسان ڪان فرد فرد ۽ پڻ سچي اسان جي قوم ۽ سچي اسان جي معاشري ڪان اِهو ئي سوال ڪري ٿو. هاڻِ، اِهو اسان جو معاملو آهي تہ اِن ڳالهہ جو اسان وٽ ڇا جواب آهي-.

ونڊر جي وڄن، سي مَر ٻڌن سندرا،
پيون ڪوھ ٻڌن، چوڙي جي .ڇڏيندون!

-

وهين ۽ ويلا ڪرين، پڇين تي پانڌي،
هاري هيڪاندي، ڪنهن پر ٿيندينءَ هوت سين؟

-

وهين ۽ ويلا ڪرين، اِيءَ نہ آڪنڊ آھ،
سي لاڳاپا لاھ، اوريان اُيارين جي.

جيئي شاھ!
جيئي شاھ جي سنڌ!
جيئي شاھ جو سنڌي عوام!

# ڏکوين اُهجاڻ، مٿي سڳر پنڌڙا

عزيزو، مون حضرت سچل سرمست جي فڪر ۽ فن بابت هِن مذاڪري لاءِ پنهنجي مضمون جو عنوانُ، حضرت شاهه عبداللطيف جي هڪ لافاني سِٽ کي بڻايو آهي:

ڏکوين اُهجاڻَ، مٿي سڳر پنڌڙا

اُهي جيڪي ڏکويل آهن ۽ محروم آهن، اُهي پنهنجي ويلَ وٿَ کي ورائڻ لاءِ، پنهنجي عظيم آدرش کي ڳولڻ لاءِ ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ، سدائين پنهنجي راهہَ عمل تي هلندا رهن ٿا ۽ وڌندا رهن ٿا- اِهائي اُنهن جي سڃاڻپ آهي.

عزيزو، هر سماجي فڪري نظامُ، پنهنجي ايامَ عملَ جي گذرڻ ڪان پوءِ، پنهنجو روح وڃائي، رڳو ڪريا ڪرمَ، خالي رسم رواج، جو ڍانچو بڻيو، اُن جيان پتبو رهندو آهي. لفظ اُن جا پنهنجي معنيٰ وڃائي ويهندا آهن، بلڪ اصل جي جاءِ تي انهن جو مقصد بلڪل ٺي ٻيو پيو هلندو آهي: آڪرائين صورت ۽ آوازي غوغاءِ اُهوئي، پر اُن مان ڪجهه ورڻ سرڻُ، سو بلڪل نہ، انفرادي يا، وڌ ۾ وڌ، گروهي مفاد جو موهہُ ايترو، جو سچَ ۽ ڪوڙَ جو اَلڪو يا ساڃاهہَ ختم، ۽ اُنَ جي جاءِ تي ماٺهو رڳو منافقت کي ئي پنهنجي حاجت روائيءَ جو رستو سمجهي ويهندا آهن. نفسُ اِنساني، سڄي جو سڄو، "آءٌ ۽ اسان" جي هَوَس جو شڪارُ، ۽ "ايمانَ ۽ ڪفرَ" ٻنهي سان صداقت جو رويو ناپيد؛ ڳالهيون ۽ دعوائون وڏيون ۽ گهٽيون پر سچائي ۽ وفاداري ڪنهن هڪ سان بہ نہ، اهڙن وقتن ۾، هڪ ٻيرو وري سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ ڪرڻ لاءِ، دنيا ۾ هرهنڌ خوداحتسابيءَ ۽ خودشناسيءَ جون تحريڪون پئي اُڀريون آهن. هِتي اسان جي پنهنجيءَ دنيا ۾، هندستان ۽ پاڪستان جي دنيا ۾، ۽ اُن جي آسپاس، بہ اسان جي "ڌرمي" ۽ "مذهبي فڪري نظامن جي زوالجڻ، اُنهن جي اصل روح جي ختم ٿي وڃڻ، تي اُنهن جي نئين سِر جيارڻ (اِحيا، پُونرَ جنم Revival) جون جيڪي اِن طرح جون تحريڪون اُٿيون، تن کي اسين "ويدانت" يعني ويدن جي انت جون، "چاڻ، جي نِڌان يا اصل جون، ۽ "تصوف" يعني صاف (نبار، نجُ سچَ جون، معرفت جون، حقيقت جون، عين "حق" جون تحريڪون سڏيون ٿا. سچ لاءِ اِن طرح جي بنيادي انساني امنگ، ارادي ۽ عمل جي دعويٰ اُٿندي آهي، تہ اُن جو سَٽَ،

سَتَ جو هر فردُ، اُن دعويٰ جي بار يا ذمي جي علامت طور ڪا پڳ ڪو ڇتو (ڪنڊن جو ٿي، ۽ اڪثر ڪنڊن جو) يا ڪا گودڙي، ڪو دلقُ ضرور ڍڪيندو آهي، ۽ پوءِ ميدان ۾ لهندو آهي، ۽ اُن لاءِ هنن ڪي خواري ۽ خواريءَ جهڙي سهٽي ۽ جاڪوڙ ٻہ جاڪوڙ جهڙي ڪرٽي پوندي آهي. اُن ٿي صورتحال ڏانهن اِشارينديِ، حضرت شاهہ عبداللطيف فرمايو هو:

"جي ڪُلاهُ رکين ڪنڌ تي تہ صوفي سالم ٿيءُ،
وهہ وَٺي هٿ ڪري، ۾ پيالو پيءُ،
هَنڌُ تِنين جو هيءُ، جن حاصل ڪيو حال ڪي."

هِي پنهنجي "حال" جي سچ جا اُن جي سَچيءَ حقيقتَ، اصلَ يا نِدان جا، ڪاهوڙي، هيڪل هيڪل ۽ سچي پنهنجي سَتَ سان، پنهنجي آسپاس جي سچي ڪوڙَ، ڪِريبَ ۽ اَيمانَ ڪي رد ڪن ٿا، ۽ اُن جي سيني اَيمانن، ڪَريبن ۽ ڪُوڙن ڪي سچاٿن ٿا ۽ پڌرو ڪري بيهارين ٿا. ۽ اُن پڌي ڪولَ ڪان وڌ ٻي ڪا اهم ڳالهہ اُنهن لاءِ هوندي ٿي ڪانهي:

اُن پَر نہ ايمانُ جئن ڪلميگو ڪوٺائيين،
دَغا تَنهنجي دلَ ۾، شرڪ ۽ شيطانُ،
مُنهن ۾ مسلمانُ، آذرُ آهيين!
(شاهہ)

ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر مَ ڪوٺاءِ،
هندو هڌ نہ آهيين، جٽيو تو مَ جڳاءِ،
تلڪ تِنيين ڪي لاءِ، سچا جي شِرڪ سين!
(شاهہ)

خوش بُود آزاد ز بند ڪفر و ايمان زيستن،
حيف ڪافر مُردن و آواخ مسلمان زيستن.
(غالب)

مي فروشم مسلماني را
خوش بجان ڪفر را خريدارم،
مِي دهم آتش بمسجد و ديرها،
سَجا و سَجاد را زنم بہ آتش:
زاهد بپُر سد ڪ آن بيدين ڪيست؟
صد بار بُگويم- مَنَم، مَنَم، مَنَم!
(سچل)

حق جان جهان ست و جهان جملہ بدن،
و اصنافِ ملائک حواسِ این تن،
افلاک عناصر و مر والید اعضا-
توحید همین ست، دگرها هم فن.
(عمر خيام)

هزارن جي هڪ ڳالهہ ٻڌائي ستگروءَ،
خلق وسي خالق ۾، خالق منجهہ خلقَ.
(سامي)

ساگر ڪون نياري، ڪانهي موج ساگر جي،
سمجهي ڪو "سامي" چئي، آتم اڏڪارِي،
جنهن ڪي عين عشق جي، چڙهي خماري،
پَرچِن پِنڊَ ساري، سَتي سماڻو سَمَ ۾.
(سامي)

سنتن، ساپُرسن، هوڪو ڏنو حق جو،
ٻُڌو تَنهن ٻانيڻ چئي، محبت جنهن جي مَن،
ٻيا سڀ ڏيئي ٻَنِ، دَرُ وَرائين دوست جو.
(سامي)

عجب موجي ڪ بگذشت از سر ما،
غرق گرديد "مَا و مَنَن" بَيَڪجا.
(سچل)

قربُ ڪبرياءُ، ماءُ ملاقي نہ ٿئي!
پورو اِي پَرياءُ، صوفيءَ جي صلح ۾.
(شاهہ)

عزيزو، ماڻهو جڏهن چوپائي مان قري، ٻہ پيرو ٿيو، اُٿي بيٺو، زمين تان اکيون ڪڍي مٿي ڏٺائين ۽ پري نهاريائين، هُن جي چاڻ وڌي ۽ سمجهہ پختي ٿي، ۽ ڪسُ ڪَسَر سهي، ٻين پاڻ جهڙن ماڻهن سان هو گڏجي صلح سان جيئڻ جو ڍنگ سِکيو، ۽ ان جيئڻ کي وٽندڙ، سولو ۽ لايدائڪ ڏٺائين ۽ سمجهائين، تڏهن اُن جيئڻ کي هُن پنهنجو ماڻهوءَ پڻو (ماڻهوئپ، ماڻهپو) سڏيو ۽ پنهنجي "نيڪيءَ" يا "چڱائيءَ" جو نالو ڏنو، ۽ اُن چڱائيءَ يا نيڪيءَ جا پوءِ هن ماپا ۽ ماڻ، نِيمَ ۽ آدرش، سلسلا ۽ نظام تاهيا ۽ مقررِ ڪيا، ۽ پاڻ تي ۽ ٻين تي انهن کي لاڳو ڪرڻ جا هو وڏا وڏا ويچار ۽ جَتَن ڪرڻ لڳو. ائين هُن مرُون وانگر، جانورن وانگر، پنهنجي پهرئين جيئڻ کي مِرونءَ پڻو (مرونئپ، مرونئپو) سڏيو ۽ پنهنجي "بديءَ، يا "بڇڙائيءَ" جو

ـلو ڏنو، ۽ اڳتي اُن کان بچڻ جا، اُن کي روڪڻ جا، بلڪ ختم ڪرڻ جا، هو ؛ڏا وڏا ويچار ۽ جتن ڪرڻ لڳو. چڱائيءَ ۽ بڇڙائيءَ، نيڪيءَ ۽ بديءَ، خير ۽ شرَ، سچ ۽ ڪوڙ، انصاف ۽ ظلم، محبت ۽ نفرت، امن ۽ جنگ وغيره جو اخلاقياتي دوراهو اِئين ماڻهوءَ جي ماڻهپي جي خصوصجڻ سان، انسان ۽ انسانيت جي شناخت سان، ئي ماڻهوءَ جي رد ۽ قبول جي وڏندڙ صلاحيت جي ڪسوٽي بڻجي، ڪافي اوائل کان هن جي سامهون موجود رهيو آهي. اِهائي هَن جي زندگيءَ جي طويل ۽ مشڪل راھ آهي جنهن تي هن کي پاڻ ئي هلڻو آهي، ۽ اهائي هَن جي تاريخ آهي- هَن جي ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جو اڻکٽندڙ سفر. سڀ هَن جا علمَ ۽ سڄي هن جي علمي کوج ۽ ڄاڻ هَن جي اِن طويل سفر جي حقيقت جي گواهي ڏين ٿا.

ماڻهوءَ جي مذهبي روايت پڻ تاريخ سان هَن جي اِنهيءَ رفاقت، وقت سان لڳاتار هَن جي اِئين اڳتي وڌڻ ۽ متي اُيرڻ، جي حقيقت جي گواهي آهي. مقدس بائيبل جي پهرئين ڪتاب "پيدائش" ۾ آيل آهي ته ڇهين ڏينهن خدا فرمايو ته هاڻي، "اسين ماڻهوءَ کي پنهنجي صورت تي، پنهنجيءَ شبيھ جهڙو، ٺاهيون ٿا... ۽ پوءِ خدا ماڻهوءَ کي اِئين پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو، خدا جي شبيھ جهڙو هَن کي پيدا ڪيو" (1:26-27). پر ماڻهوءَ کي اِئين پيدا ڪري ۽ اُن کي ڏسڻ کان پوءِ خدا اِئين ڪونہ چيو تہ "اهو سُٺو هو، چڱو هو"، جيئن اڳين پنجن ڏينهن تي زمين ۽ آسمان ۽ ٻين شين ۽ جانورن کي پيدا ڪندي ۽ انهن کي ڏسندي، اُتي ئي چيائين تہ "اهي سُٺا هئا، چڱا هئا!" اِن سلسليَ ۾ بائيبل ۾ اڳتي هيئن چيل آهي: "۽ خدا موسيٰ کي چيو، اسرائيل جي سڄيءَ جماعت کي چئو تہ اوهين مقدس ٿيو، ڇاڪاڻ تہ آءٌ اوهان جو مالڪ، اوهان جو خدا، مقدس آهيان" (اخبار 19:1-2). ۽ اُن لاءِ سڄي بائيبل ۾ جڳھ جڳھ تي ماڻهوءَ کي ڏسيل آهي- جيئن قرآن مجيد ۾، ۽ دنيا جي ٻين مذهبي صحيفن ۾ بہ ڏسيل آهي- تہ ماڻهن کي ڇا ڪرڻ کپي تہ جيئن هو خدا جي تقدس جون، يعني خد جي چڱائيءَ يا نيڪيءَ جون مکيہ صفتون- انصاف، محبت ۽ امن جون- حاصل ڪن ۽ اُنهن تي عمل ڪن. بائيبل جي 33 ڪتاب "ميڪاه" ۾ آيل آهي: "خداوند اوهان کي، اي ماڻهوؤ، ڏيکاريو آهي تہ چڱائي ڇا آهي؛ خدا اوهان کان اِهوئي ٿو گهري تہ اوهين انصاف ڪريو ۽ محبت کي هٿن ۾ مضبوط جهليو، ۽ اِئين پنهنجي خدا سان گڏ امن سان هلو" (6:8).

اِئين ئي پيغمبر اسلام اسان کي اها خبر ڏني: "ان الله خَلَقَ آدمَ عليٰ صورته- بيشڪ آدم کي الله تعاليٰ پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو." قرآن حڪيم جو بہ فرمودو آهي: "فطرت الله التي فَطر الناس عليها- اِهي سڀ خدا

جون صفتون آهن، جي انسان جي صفتن جو روپ وٺي ظاهر ٿين ٿيون.“ اسان جي سچل سائينءَ به، پاڻ کي ”سارو سچ“ چوندي، اسان کي اهائي صلاح ڏني آهي:

”اوهي ڪم ڪريجي، جس وچ الله آپ بڻيجي.“

پلڪ تنهان ئي وڏيڪ هڪ جرئتمنديءَ جو قدم اڳتي وڌائيندي چيائين:

”دين ڪفر اسلام ۾ عاشق ڪڏهن نه اڙيجي.“

بهرحال، ماڻهوءَ جي ماڻهپي جي تاريخ کي ماڻهوءَ کان مٿانهينءَ ڪنهن هستيءَ جي ڏسيل راه سڌجي يا ماڻهوءَ جو پنهنجو تجربو ۽ حاصلات چئجي، ٻنهي صورت ۾، ذهني توڙي عملي طور، ماڻهو اُن سفر ۾ پنهنجي بهتر کان بهتر جيئڻ لاءِ، وڌ ۾ وڌ انصاف، محبت ۽ امن جو متلاشي ۽ معمار رهيو آهي.

پر اِها به حقيقت آهي ته ماڻهوءَ جي ماڻپي جو اِهو خدا کان مخصوصيل يا پنهنجي تجربي سان پنهنجايلُ تقدس، نيڪي يا چڱائي، ۽ اُن جا اِهي تفصيلي مظهر- محبت، انصاف، امن، وغيره- ڪي موتي يا هيرا ڪونه هئا جيڪي ڪٿي سمنڊ جي تري ۾ يا زمين اندر ڪنهن کاڻ ۾ پيل هجن، ۽ اُنهن کي اُتان رڳو ميڙي يا ڪٺي اچڻو هو؛ نه ئي اُهي ڪي وڻن جا ميوا هئا يا فصلن جا اناج، يا ٻيا ڪي ٺوس سامان هئا، جيڪي ڪٿي اپائڻا هئا ۽ اُتان پوءِ پريون ٻڌي ڪٿي هِت يا هُت آڻي رکڻا هئا. ۽ پوءِ اُنهن جي گهٽي يا وڌ هجڻ تي ماڻوءَ جي ماڻهپي جي تورَ ماپَ ٿيڻي هُئي! نه، اِئين ڪونه هو. ماڻهوءَ جو ماڻهپو ته ماڻهوءَ جي هلت چلت ۽ هُن جي ڪردار مان، ٻين ماڻهن سان- پيءُ ماءُ، ڀينرن ۽ ڀائرن، مٽن مائٽنُ، دوستن ۽ واقفڪارن، پاڙي وارن، ڳوٺ وارن، ديس واسين ۽ دنيا جي ٻين ڄاتل اڻڄاتل ماڻهن سان- هن جي لاڳاپن ۽ هن جي راهه رسم ۽ روش مان صورت وٺي ٿو ۽ ظاهر ٿئي ٿو.

ماڻهن ۾ ماڻهپي جي تربيت لاءِ، مذهبي ۽ غير مذهبي نوع جون ڪيئي ڪوششون عمل ۾ ايندِيون ۽ تاريخ جو حصو بڻبيون رهيون آهن. وقت گذرڻ سان ۽ بدليل حالتن ۾، هر اهڙيءَ ڪوشش کي پنهنجي دستوري ظاهر جي مقابلي ۾ پنهنجي اصلي ”باطن“ جي اصلاحي چئلينج سان دوچار ٿيڻو پيو آهي. مثلاً آريائي ڪرمَ ڪانڊَ جي ويدڪ برهمنيت کي گيان ڪنڊَ جي اُپنيشد ۽ ويدانتڪ تحريڪ سان، مسيحيت جي پاپائي نظام کي ليوٿري ۽ ڪال ويني احتجاج ۽ اصلاح سان، ۽ اسلامي فقيهن ۽ اهاليانِ شريعت جي ”ظاهر“ کي تصوف جي باطن سان جنهن کي ”معرفت حق“ چيو ويو. هر ”ظاهر“ جا لکڻ ساڳيا هجن ٿا ۽ اِئين هر ”باطن“ جون صفتون به ساڳيون ٿين ٿيون- توڻي جو ڪنهن ظاهر يا ڪنهن باطن جو ڪٿي ڪهڙي به پنهنجي

اصل سان لاڳاپو هجي. ”ظاهر“ جيئن اُن جي نالي مان ڏسي ٿو سگهجي، ڏيکاءَ، وڏائيءَ، چالاڪيءَ، ڏکارَ ۽ زورَ جو آڌاري هوندو آهي، ۽ قائم نظام جي بي انصافيءَ، غير برابريءَ ۽ ڪوڙ جي ساٿاري ۽ پنهنجي اصل ڪي اُن جي حمايت ۾ ڪم آڻيندڙ هجي ٿو. ٻئي پاسي ”باطن“ سُورن سهندڙ ۽ محبت ڪندڙَ دل وارو، ڳنڀيرُ، نماڻو ۽ سچ سان صداقت رکندڙ، ۽ پنهنجي اصل جي محرڪ جذبي جي ترجمانَ هئڻ سبب، سدائين ”ظاهر“ ۽ اُن جي ساٿي اقتدار جي مقابل اڏول بيٺل نظر ايندو آهي؛ ۽ اُهو هميشہ ڏکويلَ ۽ محروميلَ وقت جي فرياد جو حاملُ، اُن جي آواز جو پڙاڏو، بلڪ خود اُهو آوازِ ئي هوندو آهي. اِن طرح سماج ۾ جو ڪجهہ بہ تخليقي عمل- علمَ، ادبَ ۽ فنَ جي صورت ۾، ۽ تاريخ ۾ جيڪي ڪي اصلاحي ۽ انقلابي تحريڪون اُٿن ٿيون اُهي سڀ، بلڪ ماڻهوءَ جو سچو ماڻهپو، ماڻهوءَ جو هيءَ انفرادي توڙي اجتماعي باطن ئي جڻي ٿو- هيءَ اُن جو ضميرُ، اُهو هڪ ”خدا“، جو منجهس ويٺل آهي جيڪو ڪانئس ”اناالحق“ چوَرائي ٿو.

اسان وٽ هتي، برصغير ۾ بہ، جيئن سڄيءَ دنيا ۾ هر هنڌ، ظاهر ۽ باطن جو هيءُ جهيڙو، انساني عمل ۽ روش جو هيءَ ٽَڪرُ- سچ سان منافقت ۽ سچ سان صداقت جو مقابلو- ڪافي ڪن صدين کان هلندو پئي آيو آهي ۽ سچيون هي ڪيئي صديون ڏرتيءَ ڀلاريءَ جي هِن اسان جي بدنصيب خِطي پنهنجون سموريون انساني صلاحيتون فقط ۽ فقط اِنهيءَ هڪ تضاد جي چڪر ۾ ضايع پئي ڪيون آهن، ۽ هندو ۽ مسلمان ٻئي خلقون- هڪ پاسي ايڪو اَينڪال، تَتَ تومَ اَسِي ۽ اوم شانتي شانتي چوڻ واري خلق، ۽ ٻئي پاسي امن ۽ سلامتيءَ جي دين واري ۽ ”پنهنجي ”خدا کي رب العالمين ۽ اُن جي رسُول کي رحمت اللعالمين چوڻ واري خلق، پنهنجي پنهنجي ”ظاهر“ جي گهمنڊ ۾ ورتل، بہ پاڻَ ۾ توڙي هڪَ هڪَ اندروني طور، وڙهي وڙهي ڏانگها پئي ٿيون آهن، ۽ ٽُڪرا ٽُڪرا ٿيون، دنيا جي بي ترس ۽ اَليءَ ورتل زوراور قومن آڏو ماس جي ٽڪرن جيئن پيون اڇلجن ۽ وري وري انهن جو سٽيو گرانهہ ٿجن.

پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب ”بقول زرتشت“ ۾ فِريڊرڪ نِتشي ”نجات“ جي عنوان هيٺ پنهنجي هڪ مضمون ۾، پنهنجيءَ دنيا ڪي، جاهَ ۽ جُوفَ جي پٺان اِئين الله ۽ مذهب جي نالي ۾ وڙهندڙ ۽ ٽُڪرا ٽُڪرا ٿيندڙ ماڻهن کي ۽ قومن کي ڏسندي، چيو آهي:

”سچ پچو، اي منهنجا دوستؤ، تہ آءٌ اوهان ماڻهن ۾ هلان ٿو تہ اِئين لڳيم ٿو تہ آءٌ اوهان جي ٽُڪرن ۽ الڳ الڳ عضون جي وچ ۾ هلي رهيو آهيان!

”هيءَ منهنجي اکين لاءِ هولناڪ نظارو آهي، جو آءٌ اِئين ماڻهو کي ڀڳل ٽٽل ۽ چِڙوچِڙ ڏسان ٿو، جهڙيءَ طرح ڪنهن ميدان جنگ يا ڪوسَ گهرَ ۾.

”۽ جڏهن منهنجي اک حال کان هٽي، ماضيءَ طرف وڃي ٿي، تہ بہ ’هوئي ساڳيو نظارو اُها ڏسي ٿي: رڳو ٽڪر ٽڪر، ڏار ڏار عضوا، ۽ ڀيانڪ حادثا. پر ماڻهو نہ، انسان نہ!

”ڌرتيءَ جي مٿان حالُ ۽ ماضي- هاءِ! منهنجا دوستؤ مون لاءِ منهنجي سهڻ کان مٿي هڪ پيڙا آهي؛ ۽ جيڪڏهن آءٌ ڪجهہ ڏور- ڏسندڙ نہ هجان ها اُن شيءِ جو جا ضرور اچڻ واري آهي، تہ مون کي هوند جيئڻ ئي ڪونہ اچي ها.

”آءٌ هڪ ڏور- ڏسندڙ، مقصد رکندڙ، هڪ تخليقڪارُ، جو خود مستقبلُ آهيان ۽ مستقبل جي هڪ پُل بہ- ۽ افسوس، هن پُل تي پاڻ بہ هڪ ڀِنگلو: آءٌ جو ڪجهہ آهيان، دوستؤ، بس اِهو آهيان.

”۽ اوهين بہ پاڻ ۾ اڪثر پڇندا آهيو: اسان لاءِ هيءُ ڪير آهي؟ اسان وٽ هو ڇا سڏبو؟ مون وانگر ئي اوهين جوابن لاءِ پاڻ کان سوال ٿا پڇو- ڇا هو شاعر آهي؟ يا هڪُ خالص ماڻهو؟ ڪو بَندَ ٽوڙيندڙ؟ هڪ نيڪ ماڻهو؟ يا ڪو بچڙو ماڻهو؟

”آءٌ بہ اوهان جي وچ ۾ مستقبل جي ٽڪرن طور هلان ٿو: اُهو مستقبل جيڪو منهنجي تصور ۾ آهي.

”۽ منهنجي جذبي جو سڄو اُيارُ ۽ منهنجي فڪر جو سڄو پرواز اِهو آهي تہ اُنهن سڀني ٽڪرن کي، رازن کي ۽ ڀيانڪ حادثن کي ميڙي گڏ ڪري ۽ جوڙي، هڪ ايڪي ۾ آڻي ڇڏيان“

۽ اِهوئي ڪم هو- ”ماڻهن کي ايڪي ۾ آڻڻ جو ڪم“ جو اسان جي جوڳين ۽ سنياسين، سنتن ۽ درويشن، ويدانتين ۽ صوفي سڳورن پئي ڪيو آهي. اِهوئي ڪم اسان جي شاهہ سائينءَ ۽ سامي صاحب ڪيو، ۽ اِهوئي ڪم هو، جو اسان جي سچل سرمست ڪيو، جنهن جي فڪر ۽ فن تي اڄ اسين هتي سوچي رهيا آهيون. ۽ اسان سڀني کي بہ اڄان اِهو ڪم ڪرڻو آهي- جيترو ٿي سگهي اوترو، جيستائين ٿي سگهي تيستائين!

۽ انهيءَ ئي ڪري مون هِن پنهنجي مختصر مضمون کي شاهہ سائينءَ جي هڪ لافاني سٽ جو نالو ڏنو:

ڏکوين اُهڃاڻَ، مٿي سڳر پنڌڙا!

[سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن ڪراچيءَ، جي سهاري هيٺ سڏايل ٽن ڏينهن 27،26 ۽ 28 نومبر 1989ع جي ”بين الاقوامي سچل سيمينار“ ۾ پڙهيل مضمون.]

# سامي ءَ جي سلوڪن جي اشاعت بابت I

شاعرَ، سچا شاعرَ، "تاريخ جا فرشتا" سڏيا ويا آهن- تاريخ بني نوع انسانَ جِي، ۽ پڻ قومن جِي، ۽ فرشتا اِنهيءَ ڪري جو هو فڪر ۽ جذبي جي پرورش ڪن ٿا ۽ اِن طرح سچي انساني زندگيءَ ۽ قومي زندگيءَ، کي معنيٰ ۽ معيارَ بخشين ٿا، سچيءَ سچائي، سچي بلندي، سچي اُجلائپ- انساني تمدن ۽ قومي تهذيبن جي- اُنهن کان ملي ٿي، ۽ هو ئي ان سڀ جا ضامن پڻ آهن.

دنيا جي سڀني قومن وانگر، سنڌي قوم پڻ ڀاڳ واري آهي، جو هُن وٽ پنهنجا اهڙا شاعر موجود آهن- ڪلاسيڪي دور جا ۽ جديد دور جا ۽. سندس ڪلاسڪي دور جي انهن سداحيات شاعرن جي صف اول ۾ "سامي ءَ" جو شمار ٿئي ٿو.

تاريخ جي اِن دور ۾، جيئن سڄيءَ سڄريل دنيا جي ماڻهن ۾ تيئن سنڌ جي ماڻهن ۾ ٻه، ٻوليءَ ۽ وطن جي بنياد تي، قبيلائي ۽ مذهبي ويڇا مِٽجڻ ۽ گڏيل مفاد جا احساس اُڀرڻ شروع ٿيا هئا. جن پوءِ، ٻوليءَ جي ادبي اُڀارَ سان، قومي جذبن ۽ خيالن جي ميراث طور سنڌن قومي وجود جي اڏاوت جو تاريخي ڪردار ادا ڪيو.

قاضي قادَن (وفات 1551ع) ۽ شاهه ڪريم (وفات 1624) کان شاهه- سچل- سامي ءَ (1689ع-1850ع) تائين، سڄي پنهنجي اِن واڌو ٽن صدين جي دور جي شعر ۾ اسان ڪي هڪ ئي ڳالهه، هڪ ئي سبق پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ موجود ملي ٿو- انفرادي ۽ گروهي (فرقيوار) اُمنگ ۽ مفادَ تي سماجي- اجتماعي اُمنگ ۽ مفاد جي ترجيح جو سبقُ، تحقيق، انسان جو سچو اخلاقي ۽ روحاني رَوَيو اِنهيءَ اجتماعي (قومي- انساني) نيڪيءَ ۽ مفاد جي احساسَ ۽ شعور ۽ عمل جي حوالي کان سواءِ ڪابه پنهنجي ڪا معنيٰ ۽ اهميت ڪانه ٿو رکي. دنيا ۾، مثلاً يورپَ ۾ ۽ ايشيا ۾، ۽ مخصوصاً برِصغير هندستان جي ايرندڙ قومي سماجن ۾، مذهبَ، جڏهن اُن دور تائين ايندي ايندي، اُنهيءَ اخلاقي ۽ روحاني تربيت ۽ ترغيب جي پنهنجي اصلي ۽ خاص ڪارج کان هَٽي، خودپرستيءَ ۽ تفريق ۽ علحدگيءَ کي فروغِ ڏيڻ لڳا، تڏهن جيئن دنيا جي ٻين هنڌن جي تيئن سنڌ جي وطن دوست سنت شاعرن ٻه سڄي پنهنجي اُن دور ۾ سنڌ جي ماڻهن کي سندن پست پئجي ويل مذهبن

جي اکري ۽ سطحي اختلافن بدران اُنهن جو اصلي مقصد ۽ بنيادي روحُ سڌن سُوڌن پنهنجن دل نواز دوهن، سلوڪن، بيتن، واين ۽ ڪافين ۾، ورائي ورائي، ٻڌايو ۽ سمجهايو: هندن کي اِئين سندن ويد ٻڌايائون، بلڪ اُنهن جو 'اَنت' يعني اُنهن جو اصل ۽ نچوڙ سمجهايائون؛ ۽ مسلمانن جي آڏو سندن قرآن حڪيم بلڪ اُن جو روح يا مغز (تصوف جي اصلاح ۾) پيش ڪيائون ۽ سمجهايائون.

جيئن يورپ ۾ پاپائيت جي نظام، صدين تائين، اِنجيل مقدس جي تعليم کي ڪليسا جي ملڪيتَ خاص سمجهيو ۽ پنهنجو پيشو بڻايو، ۽ عام ماڻهن کي اُن کان محروم رکيو- تان جو مارٽن لِيوٿر سورهين صديءَ جي شروع ۾ پهريون اُن جو ترجمو جرمن ٻوليءَ ۾ ڪري ٻين قومي ٻولين ۾ ان جي ترجمي جا ۽ پُرجهہ پروڙ جا دروازا کوليا؛ تيئن اسان وٽ برهمنيت 'شاستر ڏيان' کي ۽ مُلائيتَ 'قرآني هدايت' کي پنهنجي پنهنجي خاص قابليت ۽ پنهنجو پنهنجو خاص شيوو ۽ شانُ سمجهيو- تان جو هتي سنڌ ۾، ڪجهہ پوئيرو پر اُنهيءَ ئي (سورهينءَ) صديءَ ۾ قرآن مجيد جو پهريون ترجمو فارسيءَ ۾ مخدوم سرور نوح رحہ هالائيءَ ڪيو. ان طرح هندن جي ڌرمي ڪتابن-- 'مهاڀارت'، 'رامائڻ' ۽، خاص طور جدا، 'ڀاڳوت گيتا' - جا ترجما بہ اُنهيءَ ئي صديءَ ۾ (شهنشاهہ اڪبر جي چوڻ تي) هند ۾ پهريون ڀيرو فارسيءَ ۾ ئي ٿيا. البت فارسي، جا حڪمرانن جي ٻولي هئي، اُن ڪري سيني انهن ترجمن مان جيڪو سو پنهنجي قسم جو فائدو اُنهن ئي ورتو جيڪي حڪمران برادريءَ جا يا سندن صحبتي ۽ حڪمبردار (عامل) هئا. عام خلق تائين، عام خلق جي فائدي وارو انهن جو فيض يا تاثيرُ خير ئي ڪو پهچي ٿي سگهيو ۽ شايد ئي ڪو پهتو. ٻنهي ڌرين جي پنڊت ۽ ملا، پنهنجي آڏو انهن ترجمن جي هوندي بہ، اڳي کان اڳرا هڪٻئي کي خاص پنهنجي سچ جي برتريءَ جي شهہ سا خوب ڏيندا رهيا ۽ عام خلق اُهائي اڄاڻپ ۽ ساده خياليءَ ۾ اِئين ڦاٿي رهي جيئن ڪوريئڙي جي ڄار ۾ ڪا چوڪنيي مک.

. . . . . . . . .

تازو، ٺٽي جي هڪ معزز علمي خاندان مان، قاضي ميان علي محمد جي ذريعي، اڪبري دور جي اُن هڪڙي ترجمي جو هڪ خطي نقلُ، 1703عِ جو ڪيلُ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ کي دستياب ٿيو: جنهن ۾ نقل نويس جي فارسيءَ ۾ ئي لکيلَ ڪافي هڪ اهم ۽ دلچسپ عبارتَ جي پڙهڻ جو راقم کي موقعو مليو. مٿي عرض ڪيل چند گذارشن جي حوالي سان اُها عبارت پڙهندڙن لاءِ گهڻن پاسن کان مناسب ۽ وقتائتي سمجهندي، سنڌي ترجمي

سان هتي پيش ڪرڻ ضروري ٿي پانئجي:

"بيان ضروري از بنده تهارو مل راقم اين پوران:

ڪ از مردمان ڪُهن عاملان هندو ... چنين

معلوم ش ڪ اين پوران اصل در سهسڪرت علم شاستر بود. پس فيضي شاعر ساڪن هندستان ڪ در علم عربي و فارسي وغيره علوم تمام قابل و هوشيار بُود، اُو را خيال خواندن علم شاستري بخاطر آمد. اُو نزد برهمن بيدخوان در ملڪ هندستان رسيده علم شاستري از او خواند و سهسڪرت نيز آموخت و بطريق شاگرد هم علم شاستري را آموخته قابل گرديد. پس اين پُوران را از سهسڪرت در فارسي ترجمه نمود [در سنه 983هه بمطابق 1569ع] ڪِ اين حڪايت در همه اهل هند معلوم است. و عاملان فارسي خوانده هر ملڪ اين ڪتاب را نقل ڪرده بمطالع مي آوردند و نزد بسيار عاملان اين ملڪ سنده نيز اين پُوران موجود است. پس از چند روزها در عهد حڪومت سرڪار والا اختيار انگريز صاحب بهادر واقعه شهر لڪهنو مردمه هندو اهل هند از سهسڪرت در زبان اردو نوشته ترجمه ڪرده در مطبع نوشتند، ڪ در تمام هندوستان منتشر شد و بسيار ڪس شايقان خريدند. چون بنده نيز اين را ڪ در اردو ترجمه بُود خريده سربسته بمطالعه آورد، و بنظرم آمد ڪ ترجمه اين ڪتاب [در فارسي از فيضي] موافق اصل سهسڪرت نمي باشد، و آنچه ڪ در اردو نوشته انر موافق اصل سهسڪرت مي باشد، و 'فيضي' مترجم [در فارسي]... ندانيم ڪ از ڪدام سبب در ترجمه ڪردن مغالطه نمود و چندين فصل هارا گذاشت و در ترجمه نيا ورد ڪ من بنظر نيڪ هريڪ اديها يعني هريڪ فصل را به بهاگوت اردو مقابله نموده تفاوت ڪسي را بظهور آورد ڪ حقيقت آن در فهرست اين پُوران برابر هريڪ اِسڪند شرح وار مرقوم ساخته نشان داده است. بدين نظر اين بهاگوت صحيح نيست. و ديگر انڪ آنچه در ترجمه آورده است آن نيز مختصر ڪ برابر سهسڪرت نمي باشد. لهذا بسيار تغاوت درين بهاگوت فارسي است و لايق پاٺه ڪردن نيست. مگر ڪسي ڪ بخوشي خاطر خود بخواند او را منع نمي ڪنم. باقي من پاٺه سري بهاگوت اردو ميڪند.

- فقط صحي بنده تهارو مل ولد چندنمل قوم سهته قصبه نصرپور، تاريخ سيويم ماه ڪَتِي سنبت 1938 مطابق 1803 اتمام يافت.

هرڪ خواند دعا طمع دارم، زانڪ من بنده گنهگارم

نوشته بماند سيه برسفيد، نويسنده را نسبت فردا اميد

بيت:

گفتيم بدير درِ تو رَسَم يا بکعبہ!
گفت مارا پھر مقام ڪ جُوئيد حاظريم.

(سنڌي ترجمو: هن پُراڻ جي لکندڙ بندي تارو مل جو ضروري بيان آهي تہ وڏيءَ عمر جي ماڻھن ۽ هندو عاملن کان ائين معلوم ٿيم، تہ [هيءُ] پراڻ اصل سنسڪرت جي شاستري علم بابت هو. پوءِ شاعر فيضي جيڪو هندستان جو رهندڙ هو ۽ عربيءَ ۽ فارسيءَ جي علمن وغيره ۾ قابل ۽ هوشيار هو، تنهن جي دل ۾ شاستري علم سکڻ جو شوق پيدا ٿيو ۽ هو اُتي هندستان ۾ ويدن جي ڄاڻوءَ، ڪنهن برهمڻ وٽ پھتو ۽ علم شاستري هن وٽ پڙهيو ۽ سنسڪرت پڙ سکيو، ۽ شاگرد وانگر سڀ شاستري علم حاصل ڪيائين ۽ قابل ٿيو. پوءِ هُن هيءُ پراڻ سنسڪرت مان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هيءَ ڳالھہ سڄي هندستان ۾ مشهور آهي، ۽ [اُتان جي] هر ملڪ جا فارسي پڙهيل عامل هن ڪتاب جو نقل ڪري/ ڪرائي پڙهندا رهن ٿا. ۽ هِن ملڪ سنڌ جي گھڻن عاملن وٽ بہ هيءُ پراڻ پھتل آهي. ڪافي ڪجھہ وقت کان پوءِ سرڪار والا اختيار انگريز صاحب بهادر جي ڏينهن ۾ لکنو ۾ اهل هند ڪنهن هندو عالم سنسڪرت مان اردوءَ جي لکٽيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇاپيو، ۽ ائين اهو هندستان ۾ پکڙيو، ۽ گھڻن شائقن خريد ڪيو. هن بندي پڻ اهو جيڪو اردو ترجمو هو سو ورتو ۽ سڄو اهو پڙهيو... منهنجي نظر ۾ آيو تہ هيءُ ڪتاب [فيضيءَ جو فارسي ترجمو] اصل سنسڪرت جي موافق نہ هو، پر اردوءَ ۾ آندلُ ان اصل سان موافق هو. مترجم فيضي... خبر نہ آهي تہ ڪھڙي سبب ترجمي ڪرڻ ۾ مغالطي کان ڪجھہ ان جا فصل ڇڏي ڏنا هئا ۽ ترجمي هيٺ نہ آندا هئا. مون پوري ڏيان سان ڀاڳوت جي اردو اُلٿي جي هرهڪ فصل سان اهو ڀيٽي ڏٺو تہ تفاوت جيڪو هو سو پڌرو ٿي پيو. اها حقيقت مون هن نقل جي فهرست جي حاشيءَ ۾، پوريءَ ڇنڊائيءَ سان لکي ڇڏي آهي. انهيءَ ڳالھہ جي ڪري، هيءُ ڀاڳوت جو فارسي اُلٿو صحيح ڪونهي. ۽ ٻيءَ هن ڳالھہ ۾ بہ هيءُ اوٿو آهي تہ هيءُ مختصر پڻ آهي ۽ انهيءَ ڪري هن ترجمي ۽ سنسڪرت واري اصل ۾ گھڻو تفاوت آهي، ۽ پاٺ ڪرڻ لائق نہ آهي. پر جيڪڏهن ڪوئي پنهنجي دل جي خوشيءَ سان هيءُ پڙهندو تہ ان جي منع بہ نٿو ڪريان. آءٌ [هاڻي] اردوءَ شري ڀاڳوت جو پاٺ ڪندو آهيان.

فقط صحي بندو تارو مل ولد چندنمل، قوم سهتو، ڳوٺ نصرپور تاريخ 30 ماھہ ڪَتي، سنبت 1938 مطابق 1803ع.

پورو ٿيو

جيڪو پڙهندو تنهن ڪان دعا جي طمع رکان ٿو، ڇو ته آءُ بندو گنهگار آهيان. اکر به اکر لکيو اٿم، مون لکندڙ کي ۽ ان جي عيوض ڪا طلب ڪانهي.

بيت:

چيم، تنهنجي درتي مندر جي وسيلي پهچندس يا ڪعبي جي وسيلي!
چيائين، اسان کي ڪنهن به جاءِ تي ڳوليندين، اسين اُتي موجود آهيون.)

. . . . . . . . .

1803ع ۾ ڀاڳوت گيتا جي فارسي ترجمي جي مخطوطي ۾ لکيل هيءَ عبارت ساميءَ (1743-1850) جي پنهنجي زندگيءَ جي ڏينهن جي ڳالهه آهي: اِن مان خبر هيءَ ٿي ملي ته ڪم از ڪم اوستائين ڀاڳوت گيتا سميت هندن جي ٻئي به ڪنهن مذهبي پستڪ جو سنڌي ترجمو ٿيل ڪونه هو. نه رڳو ايترو پر اُنهن جا سورهينءَ سترهينءَ صديءَ ۾ ميسر ٿيل فارسي ترجما (قلمي صورت ۾) به ساڳيا آهي پراڻا پنڊت ۽ ملا ئي پڙهي ٿي سگهيا، ۽ ٻيا فقط "هندوستان جي ملڪن" ۽ "ملڪ سنڌ" جا "عامل" يعني سرڪاري حڪمبردار، جن کي اڄ جي ٻوليءَ ۾ "آفيسر" يا "عملدار" (Bureacrats) ٿو سڏجي سي ئي پڙهي ٿي سگهيا. هيءَ صورتحال عام مسلمان خلق سان به "هند" توڙي "سنڌ" ۾ عين ٻين ساڳي هئي. ارڙهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ ئي فقط اُنهن کي قرآن جي هڪڙي (ٽيهين) سيپاري ۽ پنج وقتي نماز جي دعائن جو ترجمو ۽ ان جو دستورنامو سنڌيءَ ۾ دستياب ٿي سگهيو هو، ۽ سو به گهڻن کي؟ عام خلق ته هونئن ئي اکرن جي سڃاڻپ کان وانجهيل هئي، پر ڇاپڻ جي سهولت به، ۽ اُن جي وسيلي ڪتابن جي عام اشاعت، جيڪا يورپ کي پندرهينءَ صديءَ ۾ حاصل ٿيل هئي، اُها اسان کي هتي اوڻهين صديءَ جي آخر ۾ به مس مس سڄي برِصغير هندستان جي ڪن ٻن ڇئن وڏن شهرن ۾ ئي ميسر اچي سگهي هئي. پنهنجي ٻوليءَ ۾ تعليم ۽ تدريس ۽ ڪتابي اشاعت جي هن صحرا ۾ اسان جي سنت ڪوين/ صوفي شاعرن، جن اسان کي 'ويدن جون وايون، سنڌيءَ ۾ 'سٽايون' ۽ قرآني 'آيتون بيتن ۾' ٻڌايون، انهن جا احسان اسين ڪهڙن لفظن ۾، ۽ ڪهڙيءَ عملي موٽ جي صورت ۾ ادا ڪري ٿا سگهون. هنن اسان کي هڪ قوم هجڻ جو شعور ڏنو، هنن اسان کي انساني- قومي اخلاق جي قدرن سان نوازيو، هنن اسان کي عالمي برادريءَ جي صف ۾ پنهنجي مخصوص شناخت ۽ شان سان بيهڻ لائق بڻايو.

. . . . . . . . .

غُلاميءَ ۾ ملڪن ۽ قومن جي قسمت ڪيئن ٿي بگڙي ۽ بطال ٿئي، اُن جو مثال برِصغير جي قومن ۽ ملڪن مان خاص طرح 'ملڪ سنڌ' ۽ سنڌي قوم جي تاريخ ۾ موجود ملي ٿو. اسان جي ويجهيءَ گذريل تاريخ جي مغل (ارغون، ترخان ۽ مغل) استبداد جا ٻہ سئو سال (1520 ڪان 1736ع تائين) ۽ ڪجهہ وقفي ڪان پوءِ انگريز سامراج جي بالادستيءَ جا هڪ سئو سال (1843 ڪان 1947ع تائين) اُن سلسلي ۾ اسان لاءِ وڏا سبقَ رکن ٿا. مغلن جي خانوادائي (Dynastic) دورَ حڪومت ۾ سندن وحشي بيرحم سُنبَنِ هيٺان لتاڙجي اسين بنهہ پَٽِ پئجي وياسين، پر اسين وڙهندا رهياسين ۽ وڙهندي وڙهندي پنهنجي مٽيءَ مان، ۽ پنهنجي شانَ سان، اُڀرندا رهياسين، ۽ پنهنجو قومي وجود بچائي آياسين. وڏيڪ چالاڪ انگريز سامراج جي بيٺڪي (Colonial) طرزَ حڪومت ۾ اسين هڪ طرح جي پنهنجي اندروني نفاق ۾ ونجي، اُنهن جا ٻانهنِ ٻَڌا ۽ ٻَجهو ٻئجي وياسين، ۽ پنهنجي اَنَ ۽ آجپي لاءِ وڙهڻ جو اِرادو ۽ اُمنگ اسان ڪان ڇڏائجي ويو. 'شاهہ- سچل- ساميءَ' جي ٻوليءَ ۽ ڳالهہ جو ڳڻُ وساري، آقائن جي ٻوليءَ ۽ اُن جي تربيت ڪي سماجي امتيازَ ۽ ساڻن اختيارَ حڪومت ۾ شراڪت جو پروانو جاڻي، 'سرڪار مائي باپ' جي 'فِيلمستائيءَ' ڪي پاڻ لاءِ 'تَڏي چانوَ' سمجهيوسين، ۽ دوئيءَ جي وَر چڙهي، ٻي اونا پنهنجي پاڻ ۾ وِڪري ۽ وَڇڙي، سچو پنهنجو قومي- انساني روحَ "مايا ۽ ڪايا" جي موهہ ۽ ميڙيءَ ۾ لڳائي، سامراج ۽ مذهبيت جي ٻہ- مُنهِينءَ تفقيباز سياست جي پُرفريب نعرن جي لَرَهہ لڳاسين، ۽ پَٽڪا ٻَڌي، پنهنجي قومي وجود جي نفيءَ واريءَ ڳالهہ ۾ پاڻي ئي اُن سان شريڪ ٿِي ٻيٺاسين، ۽ اِهو نہ ڄاتوسين تہ ڪيڏو نہ هڪ وڏو اُهو قومي جُرم هو، جو اسان ڪان سرزد ٿي رهيو هو! اڄ اسين ڪٿي آهيون؟ ڪيرُ آهي، جو اُن جي سزا ڪان اسان ڪي بچائي! ڪير آهي، جو اسان ڪي ڪنڌيءَ لائي!!

. . . . . . . . .

برابر، 'شاعرَ- سچا شاعرَ- تاريخ جا فرشتا سڏيا ويا آهن: تاريخ بني نوع انسان جِي ۽ ٻڻ قومن جِي؛ ۽ فرشتا اِنهيءَ ڪري، جو هو....' ماڻهن ڪي، ۽ قومن ڪي خطرن ڪان آگاهہ ڪن ٿا، اُنهن جي مَنَ جا مونجهارا لاهين ٿا، ۽ سندن تَتَل هانءَ ٺارين ٿا، ۽ اُن ڏِس ۾ اُنهن لاءِ هو عمل جون راهون روشن ڪن ٿا- خير ۽ ماڻهپي جون، اُميد جون، محبت جون، ۽ قربانيءَ جون- جن تي هلي، اُهي نجات پائين ٿا. "دنيا جي ٻين قومن وانگر سنڌي قوم ٻڻ ڀاڳ واري آهي، جو هُن وٽ پنهنجا اَهڙا شاعر موجود آهن- اسان جي ڪلاسيڪي دور جي اُنهن سدا حيات شاعرن جي صف اول ۾

’ساميءَ جو شمار ٿئي ٿو....“ ساميءَ جو دل جان سان مطالبو، اوتروئي جيترو شاهہ جو ۽ سچل جو ۽ ٻين پنهنجن سچن شاعرن جو، اِنهيءَ ڪري اسان لاءِ اول درجي جي قومي فرضن ۾ داخل آهي.

هيءَ ٻيو ڀيرو آهي، جو اُن پنهنجي فرض جي بجاوريءَ طور، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت ”ساميءَ جا سلوڪ“ شايع ڪري رهي آهي: پهريون حضرت شاهہ عبداللطيف ۽ حضرت سچل سرمست جي رسالن سان گڏ ٽـ- ڪتابائين ايڊيشن (1978ع) جي صورت ۾، ۽ ٻيو هِن ڀيري الڳ ٻن جلدن ۾. پهرئين جلد ۾ مهاڳن جي لازمي اکرن ڪان سواءِ، ساميءَ جا فقط سلوڪَ، تعداد ۾ 2678، آندل آهن، جيڪي پروفيسر بي- ايچ- ناگراڻيءَ جي ٽن ڀاڱن واريءَ ايڊيشن (1955ع، 1958ع، 1960ع) ۾ ترتيب ڏنل هئا. هيءَ ٻيو جلدُ سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن جي اُن ٺموڙتيءَ جي ڪجهہ گڏيل اڀياس، ۽ پڻ خاص ساميءَ جي سلوڪن جي اڀياس ۽ ساميءَ جي شعري لغات جي اشتقاقي معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ تي مشتمل آهي. هيءَ پهريون ڀيرو آهي، جو ساميءَ جي لغات ڪي ائين علمي انداز ۽ اُهڙي اهتمام سان پيش ڪيو ويو آهي، جنهن انداز ۽ اهتمام سان استاد محترم ڊاڪٽر ايچ- ايم- گربخشاڻي مرحوم حضرت شاهہ لطيف جي لغات ڪي (1923، 1924ع ۽ 1931ع واريءَ) پنهنجيءَ ٽـ- جلدائين ايڊيشن ۾ پيش ڪيو هو. هِتي آندل اُن طرح جي ”تحقيق لغات ساميءَ“ لاءِ اسين پنهنجي بزرگ دوست محترم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي مرحوم جا احسانمند آهيون. ساميءَ جي سلوڪن جا لفظي اچارَ زيرن زبرن سان پهريون ڀيرو پروفيسر ناگراڻيءَ جي ايڊيشن ۾ نروار ڪيل آهن: هِتي هِن ٻـ- جلدائينءَ ايڊيشن ۾ اُن جو اوتروئي، بلڪ ضرورت سارُو ڪجهہ وڌيڪ ئي، اهتمام ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر سنديلي جي ’تحقيقي لغات‘ ڪي پروفيسر ناگراڻيءَ جي ايڊيشن جي حاشيي ۾ ۽ ڪوڙومل ساهتيہ منڊل جي ’ساميءَ جا سلوڪ‘ جي آخر ۾ ڏنل معنيٰ وارن لفظن سان ڀيٽي، ڇنڊي ڇاڻي، اُنهن مان رهجي ويل لفظ جدا ڪري، هِتي جدا 18 صفحن ۾، ڏنا ويا آهن- تہ جيئن پڙهندڙن کي سلوڪن جي سمجهڻ ۾، اسان جي وس پڄندي، ڪا دقت باقي نہ رهي. اُن ڪم ۾، ۽ اکر اکر ڪري ۽ وري وري پروفن پڙهڻ جي ڪم ۾ مون سان پياري دوست نور احمد خواجي ۽ منهنجي پياري ڌوهٽي محسن عليءَ جيڪو لاڳيتو ۽ دلي سهڪار ڪيو، اُن لاءِ آءٌ تهدل سان سندن شڪر گذار آهيان.

زير نظر ايڊيشن جي هِن ٻئي جلد لاءِ، منهنجي درخواست تي

محترم دوست ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي خاص مضمون "ساميءَ جا سلوڪ هڪ نظر ۾" جي عنوان سان لکيو، جيڪو ابتدا ۾ هتي شامل ڪيل آهي؛ اُن لاءِ آءٌ سندن بيحد ممنون آهيان.

آخر ۾، پر پوري خلوص سان، اسين پنهنجي نيڪدل، صوفي منش، سڀ جي خير گهرندڙ، دادا دولت مهتاڻيءَ جا ٿورائتا آهيون، جن جي همت افزائين ۽ دعائن سان اسين هن اشاعت ڪي هيءُ ڏسڻ جهڙو ۽ فخر ڪرڻ جهڙو اشاعتي معيارُ ڏياري سگهيا آهيون.

هِن ايڊيشن جي ڪمپيوٽرائين اکر- بندِيءَ ۽ آف سيٽ ڇپائيءَ ۽ جزبنديءَ جي پختائيءَ، صفائيءَ ۽ سنائيءَ لاءِ اسين پنهنجي نيڪ طبع سڄي ساٿيءَ، ميان نور احمد ميمڻ، ڪراچيءَ جا ٿورائتا آهيون: سڄي هن ڪم ۾ لڳي پئي سڀ اهتمامي اوٿايون راقم جي جهوليءَ ۾.

اميد آهي تہ ساميءَ جي سلوڪن جي ہن جلدن جو هيءُ دلڪش ۽ پوري هيج سان ڪولڻ ۽ پڙهڻ جهڙو تحفو اسان جي لائق صد احترام پڙهندڙن ڪي ہہ وڻندو، ۽ دائما سندن روحاني رفيق ثابت ٿيندو. گر قبول افتد زهي عز و شرف.

ناشر
(م.ا.م)

حيدرآباد سنڌ
25- آڪتوبر 1992ع

# سامي ۽ جي سلوڪن جي اشاعت بابت-II

ورهاڱي کان هڪ سال اڳ، مارچ 1946ع ۾، سنڌ جي سنت- ڪوي ۽، "سامي ۽"، جي چار سؤ ڏهن چونڊ سلوڪن جو انگريزيءِ ۾ ترجمو "Song of the Spirit" جي نالي سان شايع ٿيو هو: ترجمو ڪندڙ، ڇپائيندڙ ۽ شايع ڪندڙ شانتي ايل. شهاڻي هو. سلوڪن جي ترجمي بابت ديباچي ۾ پاڻ لکن ٿا:

"In 1943, from the tumult of political turmoil to the silent sanctuary of prison walls... in the... barrack of the Karachi District Prison,... an irresistible urge arose within me to translate these slokas into English..., till it was time for my release... on 25th. November of that year. But I had finished my work much before that date. From 11th of November, the manuscript went round in hands of my friends lodged in other barracks as security prisoners and I had the benefit of their learned criticism during thaat fornight...

This is mearely a spadework for some future lover of Sindhi literature and culture to till it and to bring forth... the rich... melodiousharvest of beauty, tranquyility and unity embedded in the songs of our desert singers..."

(يعني: 1943ع ۾، سياسي هنگامن جي شور مان نڪري،... ڪراچي ضلعي جيل جي چوديواريءَ اندر هڪ بند ڪوليءَ جي خاموش پناهگاهه ۾ آيس،... ته منهنجي اندر ۾ هنن سلوڪن کي انگريزيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جو هڪ اَجهلُ اُمنگ اُڀريو...، تان جو اُن سال جي نومبر مهيني جي 25 تاريخ تي منهنجي رهائيءَ جو ڏينهن به آيو. پر اُن تاريخ کان گهڻو اڳ مان پنهنجي هٿ ۾ ڪنيلَ ڪم پورو ڪري چڪو هوس. نومبر جي 11 تاريخ کان ترجمي جو مُسودو منهنجي ساٿين جي هٿن ۾ پهچي چڪو هو، جيڪي اُتي ٻين ڪولين ۾ مون جيئن سياسي باندي هئا، ۽ مون کي اُنهن پندرهن ڏينهن ۾ اُن بابت سندن تنقيدي رايا به ملي چڪا هئا...

"هيءُ منهنجو ڪم فقط سرزمين جي سُوڌَ سنوارَ جو آهي- آئيندي جي سنڌي ادب ۽ ثقافت جي ڪنهن باذوق ۽ سڄاڻ 'هاريءَ' لاءِ، جيڪو اُن

جي ڪير ڪندو ۽ اُن مان سُونهن، سُڪونَ ۽ ٻڌيءَ جي ٻجن جو اُهو پلو فصل اُپائيندو، جيڪي اسان جي هِن ريگستاني راڳين، ڳتي ۽ ڳوتي، پنهنجن روح- رَچندَن گيتن ۾ اسان لاءِ سانڍيا آهن...")

سنڌ جي پَرستَ درويش، ساڌو ٽي. ايل واسواڻيءَ، هُن جي اُن ترجمي جو مهاڳ لکيو، جنهن ۾ چيائون:

"Today Sind is under Western influences: in the pre-British period, Sind developed her individuality, and while the Kalhoras,- descended from a holy faquir,- and the Talpurs, offspring of simple shepherds,- ruled, the rustic people of Sind rejoiced in their singers and saints.

"Today, alas! Sind is in a state of physical and moral disintegration: today, we need to study anew Shah Latif, Sami and Sachal: they purify the heart and the affections, while 'current' education makes us clever', controversial, communal, sectarian... When will New Schools appear? When will Sind be born anew?"

(يعني: "اڄ سنڌ مغربي اثرن هيٺ آهي: انگريزن کان اڳ جي دؤر ۾ سنڌ پنهنجي انفراديت قائم ڪري چڪي هئي، ۽ ڪلهوڙا جيڪي فقير جو اولاد هئا، ۽ ٽالپر جيڪي سادن ۽ صافدل ريڍارن مان هئا، تن جي راڄ ۾ سنڌ جا معصوم ماڻهو پنهنجن راڳين ۽ سنتن جي آسِيس ۽ سنگ ۾ خوش هئا، مَنگهن هئا.

"اڄ، افسوس! سنڌ طبعي ۽ اخلاقي مونجهاري ۽ وِڳوڙ ۾ ورتل آهي: اڄ اسان کي نئين سر لطيف کي، ساميءَ کي ۽ سچل کي پُرجهڻَ جي ضرورت آهي: اُهي دليون صاف ڪن ٿا ۽ هيڻئان ٺارين ٿا، پر هلندڙ هوا، ايوڳي تعليم، اسان کي 'ڏاهو' جهيڙاڪ، وِچَ- ڪڏڻو ۽ تفرقائي بڻائي ٿي... ڪڏهن نوان اسڪول ٿهندا؟ ڪڏهن سنڌ نئين سر ڄاپندي؟)

ساڳئي ئي اُن سالِ، ستاويهن عنوانن هيٺ ترتيبيل چار سؤ ڇاهٺ "ساميءَ جا چونڊ سلوڪ" - معنيٰ ۽ سمجهاڻيءَ سان- شايع ٿيا، جن سان گڏ سنڌ جي هڪ محسن بزرگ، رشي ڏيارام گدو مل، جو لکيل مضمون، "ساميءَ جي سلوڪن جو تاثيرج"، بہ شامل هو (جيڪو، اُن جي پنهنجي محڪم اهميت سبب، هِتي، زير نظر هِن جلد جي شروع ۾، بہ پيش ڪيل آهي).

تنهن کان پوءِ پورا ٽي ڏهاڪا سالن جا اِئين ئي گذري ويا... تان

جو ڊسمبر 1975ع ۾ سنڌ جي هڪ خاموش پورهيت، پر مڃيل عالم، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، "ساميءَ سنديون سپون" نالي سان، ڇاليهن صفحن تي آندل ساميءَ جا ٻه سؤ چوند سلوڪ، ۽ وڌيڪ اٺهٺ صفحن تي پکڙيل، وڏيءَ ڇاڪوڙ سان تيار ڪيل، معنيٰ ۽ سمجهاڻين سميت، شايع ڪيا، ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر ورهاي ڪان پوءِ سنڌ جي علم ۽ ادب جي دنيا ڪي اُن "پنهنجي [سنڌي]' شعر ۽ ادب جي پڳي ۽ پُختي شيرازي" سان روشناس ڪرايو. هِن 'ساميءَ سندين سپن' لاءِ "ٻهريان اکر" لکندي، ڊاڪٽر سنديلي جو هڪ محب ساٿي، ميان الهداد چغتائي، ٻڌائي ٿو:

"ساميءَ جا سلوڪ پهريون ڀيرو (پريداس رامچندانيءَ جي 1859ع ۾ لکيل) تئين [سنڌي] درسي ڪتاب ۾ نظر اچن ٿا، جي جملي پنج آهن: پر آخر ۾ آهي گنجَ ثابت ٿيا. ڇاڪاڻ تہ 1874ع ۾ درسي پنجون ڪتاب لکندي، اُن ۾ راءِ بهادر ڪوڙي مل وري تيهيه سلوڪ درج ڪيا، ۽ بعد ۾ پاڻ ئي ايڪيهه سؤ سلوڪ ٽن ڀاڱن ۾ ڇپائي پڌرا ڪيائون... سچ پچ تہ آنجهانيءَ اِن طرح سنڌي ادب تي احسان عظيم ڪيو، جو سلوڪ ميدان تي آندائين، ورنہ اُهي دُرَ شايد اُنهيئين ديليءَ ۾ رهجي وڃن ها.... سامي اسان ڪان گهڻو ڪجهہ لهڻي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هُن گهڻو ڪجهہ اسان کي ڏنو آهي،... اُها تہ وَٺَ اسان کي ورثي ۾ ڏني اٿس، جنهن جو بيان ئي بي پايان آهي. ساميءَ جو هڪ ئي نُڪتو- ايڪ رانجهو لکان دا مٺ- ڪافي آهي تہ 'انسان کي پنهنجي اندر مان پريتءَ جو پَرو پوي ٿو، ۽ ڏور جيان ٻاهر ڍونڊڻ اجايو آهي.' ان ڪان وڌيڪ انسان لاءِ ٻي ڪهڙي املهہ چيز ٿي سگهي ٿي، جا هُن جي راهہ جو رهبر ثابت ٿئي! خبر ناهي تہ ڇو ساميءَ سان اهڙو انصاف نہ ڪيو ويو آهي، جهڙو حضرت ڀٽائيءَ سان ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ۽ سچل سرمست سان آغا صوفيءَ ڪيو آهي! قبول ٿو ڪجي تہ شاهہ واقعي شاهہ آهي، سچل واقعي سنڌ جو منصور آهي، پر ساميءَ جيڪا منزل ماري آهي، سا سندس سلوڪن مان روز روشن جيان ظاهر آهي. پوءِ اهڙي شاعر جي ڪلام کي ڇڪڻ جو موقعو نہ ڏيڻ حد درجي جي غفلت چئبي... اڄ ٻہ شمس العلما ڊاڪٽر دائود پوٽي جا 1956ع وارا لکيل لفظ دماغ ۾ تازا آهن تہ 'ساميءَ سان هِن مهل تائين انصاف نہ ٿيو آهي.·· وري بہ سنديلو ئي هن ڪم کي هٿ ۾ ڪٽندو، ڇاڪاڻ تہ هُن "تحقيق لغات سنڌي" ۽ "سنڌ جو سينگار" لکي، منهنجي دل تي هميشہ لاءِ اثر ويهاري ڇڏيو آهي..."

ڏسو، اُن مرد مؤمن جا لفظ، اڄ ’سامي ۽ سنديون سپون‘ جي صورت ۾، سچا ثابت ٿيا...!“

اُن وچ ۾، سيما پار، هندستان ۾، 1940ع جي ڏهاڪي جي پوين سالن ۾ ئي، بڙودي (گجرات) مان نمائي فقير هٿان سچل سائينءَ جو مڪمل رسالو، پنجاهه جي ڏهاڪي ۾ پروفيسر ڪلاڻ آڏواڻيءَ جي تيار ڪيل شاهه جي رسالي جا ٻه ڇاپا، هڪ مفصل صورت ۾ ۽ ٻيو مُجمل صورت ۾، بمبئيءَ مان، ۽ اُتان ئي پروفيسر بي. ايچ. ناگراڻيءَ جا تيار ڪيل ساميءَ جا سلوڪ، پوريءَ تشريح، مختلف پڙهڻين ۽ معنيٰ سميت (ٽن جلدن ۾)- مطلب ته سنڌي شاعريءَ جا اُهي ٽيئي صحيفا وڏي آب تاب سان پڌرا ٿيا. هِتي اسان وٽ حالت اها رهي، جو ستر جي ڏهاڪي ۾ صورت اها ٻه سامهون آئي، جو ”ساميءَ جا سلوڪ“ ته پنهنجيءَ جاءِ، تي پر ”رَسالو سچل سرمست“ ۽ ”شاهه جو رسالو“ ٻه ڪتابي مارڪيٽ ۾ اڻ لڀ ٿي ويا. 1978ع ۾ ’سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد‘ نيٺ حوصلي کان ڪم ورتي، سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جا هي ٽيئي امر ڪتاب ڇاپائي، ساندڻ جهڙيءَ هڪ ئي پيتيءَ ۾ رکي، هلڪيءَ، پهچ ساروَءِ قيمت تي شايع ڪيا. ۽ اِئين سنڌي قوم جي ٽنهي درويشن- شاعرن جي قومي اهميت جي احساس کي پاڻ وٽ (اِنهي علامتي انداز سان ٻه) قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي. اُن ته-ڪتابائين اشاعت (Triology) لاءِ راقم هڪ تحقيقي قسم جو تفصيلي پيش لفظ- ”شاهه، سچل، سامي: هڪ مطالعو“ جي عنوان هيٺ- لکيو، پر اظهارَ خيالَ جي آزاديءَ خلاف اُنهن ڏينهن جي سياسي فضا کي بنهه تتلُ، تامٽي تيلُ، ڏسي، پهرين ترجيح خود ڪتابن جي اشاعت کي ڏني ويئي، ۽ اُها تفصيلي لکيت هڪ پاسي رکي، خالص هڪُ ادبي ۽ مختصر ٻيو مضمون، ناشر جي ”گذارش“ طور، اُن جي جاءِ تي ڪتب آندو ويُو: اُن مختصر ادبي مضمون جي افادي حيثيت کي ٻه اڄ ساميءَ جي سلوڪن جي هِن ٻه-جلدائينءَ اشاعت لاءِ اوتري قدر ئي موزون ۽ ضروري سمجهندي، اُن جي هِن جلد پهرئين ۾ هِتي شامل ڪيو ويو آهي.

ساميءَ جي سلوڪن جي هِن اشاعت جي پڌري ڪرڻ جو شرف، اسان وٽ وڏيڪ ٻارهن سالن جي مدت کان پوءِ، وري ٻه ’سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت‘ جي ڀاڱي ۾ آيل آهي، جنهن کي اسين پنهنجي سعادت سمجهون ٿا. اُن جي هيءَ ٻه-جلدائين ترتيب هِن طرح ٻهاريل آهي، جو پهرئين جلد ۾ مٿي ڄاڻايل ته-ڪتابائين اشاعت جي ادبي نوع جي ’گذارش‘ کان علاوه پروفيسر بي. ايچ ناگراڻيءَ جا ”ٻه لفظ“، پروفيسر ايل. ايچ.

اجوائيءَ جو "مهاڳ"، ۽ شري وان ڏيارام گدومل جو "تاتپرج" اول ڏيئي، پوءِ پروفيسر ناگراڻيءَ جا سهيڙيل ساميءَ جي سلوڪن جا ٽيئي ڀاڱا هڪ هنڌ آندا ويا آهن: ٻئي جلد ۾، ساڳئي انداز سان، ناشر جي گذارشي ٻهرين لفظن کان پوءِ، راقم جي شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي ٽہ-ڪتابائين اشاعت لاءِ لکيلَ تفصيلي تحقيقي مضمون کي آندو ويو آهي، ۽ اُن کان پوءِ پروفيسر ناگراڻيءَ جو مڪمل عالماڻو تحقيقي 'مقدمو' ("سامي صاحب جي جيون چرتر" کان وٺي، "ساميءَ جي سلوڪن جا ڇاپا" جي عنوانن وارن سيني تاريخي ۽ تشريحي مضمونن سميت)، ۽ اُن کان پوءِ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي تيار ڪيل "تحقيق لغات سامي" جو مواد (152 صفحن تي پکڙيل) شامل ڪيو ويو آهي. سلوڪن جي ڪن لفظن جون معنائون جيڪي پروفيسر ناگراڻيءَ جي ٽن ڀاڱن ۾ ۽ 'ڪوڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل' جي "ساميءَ جا چونڊ سلوڪ" ۾ اچڻ کان رهجي ويل آهن، ٻئي جلد جي آخر ۾ اُنهن لفظن جي فهرست، معنيٰ سميت، بہ جدا شامل ڪيل آهن.

آخر ۾ اسان جي فرض ادائيءَ جي ڪوتاهي ٿيندي، جي ميتا ۽ احسانمنديءَ جِي هڪ ڳالهہ، ساميءَ جي سلوڪن جي هن ٻہ- جلدائينءَ اشاعت جي سلسلي ۾، هتي نہ ڪئي وڃي ۽ اُها ڳالهہ هيءَ آهي تہ جيئن 1978ع ۾ شاهہ- سچل- ساميءَ جي ٽہ- ڪتابائينءَ اشاعت لاءِ تيئن ساميءَ جي هن خاص اشاعت لاءِ اسان کي سڄي گهربل مالي سهوليت ۽ سهائتا، ساڳين اُنهن ٻهرين خاطرين جي نشانن تي، "مهتاڻي فائونڊيشن" ڳان ملي، ۽ پوءِ ئي ساميءَ جي هن اهم ۽ املهہ اشاعت جي پڌرائيءَ جي سرانجابي عمل ۾ اچي سگهي. اسين اُن لاءِ ٽرسٽ جي امانتدار پنهنجي سياڳي سِجلائتي نهٺي ۽ نيڪ صفت ڀاءُ دولت مهتاڻيءَ، ۽ سندس سَتوگٽيءَ شريڪ حيات، دادي ڪملا ديوي، جا هڪ امولڪ انسان آهي ۽ اسان جي مهربان ماءُ سمان آهي، تن جا بيحد ٿورائتا آهيون.

جو وڙ جڙي جن سين سو وڙ سي ئي ڪن!

حيدرآباد سنڌ
آگسٽ 16، 1992ع

ناشر
(م. ا. ڄ)

تاج جويو

# تبصرو

”جيڪڏهن مون کي بهشت ۾ ڪتابن پڙهڻ جي جهل
هجي، تہ مان جيڪر اُهو قبول نہ ڪريان. پر مون کي
اهڙو دوزخ آڇيو وڃي، جنهن ۾ ڪتابن ملڻ ۽ پڙهڻ
جي مڪمل آزادي هجي، تہ جيڪر مان اُهو خوشيءَ
سان قبول ڪريان. ڇاڪاڻ تہ ڪتابن ۾ اُها طاقت
آهي، جو دوزخ کي بہ بهشت بنائي سگهن ٿا.“
(لوڪمانيہ تِلڪ)

تلڪ جا مٿيان لفظ، ڪتاب جي اهميت بابت جامع مفهوم ادا ڪن ٿا. بيشڪ، ڪتاب دنيا کي دوزخ مان بهشت ۾ بدلائي سگهن ٿا. ڪتاب قومن جون قسمتون بدلائين ٿا، قومن کي غلاميءَ جي کُن مان ڪڍي آزاديءَ جي بهشت ۾ پهچائي سگهڻ جي طاقت رکن ٿا. ڪتابن انساني ذهنن ۾ وڏا واڇوڙا، ۽ ملڪن جي حالتن ۾ وڏا ڦيرا ۽ انقلاب آندا آهن. روسي جي ڪتاب ”سوشل ڪانٽرئڪٽ“ ۽ والٽيئر جي لکيتن، فرينچ انقلاب لاءِ رستو تيار ڪيو. مارڪس جو ”داس ڪئپيٽل“ لينن جي هٿان روس ۾ پورهيت - راڄ جي قيام ۽ زار شاهيءَ جي زوال جو سبب بنيو. عرب جي جَٽ ۽ بدو قوم کي دنيا جي امامت ڪرڻ جي اهل بنائڻ ۾ ”قرآن“ جو ئي هٿ هو.

هونئن تہ هيءَ سڄي ڪائنات فطرت جو هڪ ڪليل ڪتاب آهي، پر هڪ ڪتاب- سالم لکيل ڪتاب- ازلي ۽ ابدي هوندو آهي، اُن جو لفظ بلفظ جوابداريءَ سان لکيو ويندو آهي. برابر، اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ ڪي ڪتاب (تمام ڪي ٿورا ڪتاب) قومن جي شڪست ۽ ذلت جو ڪارڻ بہ بنيا آهن، جهڙوڪ هٽلر جو ”مين ڪئمف“. ليڪن، اهڙا ڪتاب تخريبي ذهنن جون لکيتون هوندا آهن، ۽ اُهي بدنيتيءَ سان لکيا ويندا آهن. پر سچا ڪتاب، جيڪي نيڪ ارادن ۽ انسانيت جي فائدي ۽ ڀلائيءَ جي خيال کان لکيا ويندا

آهن، سي ”قومن جي آزاديءَ جا دستور“ هوندا آهن ۽ اُنهن جو مطالعو ذهن ۾ چڱائيءَ ۽ سچائيءَ جا جوهر پريندو آهي. سچ ته ڪتاب جهڙو ڪارائتو ۽ سچو ساٿي، ٻيو ڪو ٿي ئي نٿو سگهي. ڪتابن مان اسين جدا جدا انسانن ۽ جدا جدا قومن جا ڪارناما، تجربا ۽ سَقل ڪم معلوم ڪري سگهون ٿا، ۽ انهن مان سبق پرائي، اسين پاڻ ڪي ۽ پنهنجي عمل کي انسان ذات لاءِ ڦلدائڪ ۽ ڪارائتو بنائي سگهون ٿا. دنيا جي هڪ وڏي ڏاهي برنا ڊشا جو چوڻ آهي ته:

> ”مون کي ٻه ڀيرا سڄيءَ دنيا جي سير ۽ سفر کان پوءِ اهو احساس ٿيو ته مون اهو سڄو وقت ضايع ڪيو، اُن بدران جيڪڏهن ڊبلن جي لئبرريءَ ۾ ويهي ڪم ڪريان ها ۽ ڪتاب پڙهان ها، ته اُنهن سفرن کان هزارين ڀيرا وڌيڪ علم ۽ تجربو پرايان ها.“

سوال ٿو اُٿي ته هِن ائين چو چيو؟ اُن جو سبب ظاهر آهي ته دنيا جي تمام وڏن ماڻهن، پنهنجا تجربا ۽ تجربن مان حاصل ڪيل نتيجا پنهنجن ڪتابن ۾ لکي ڇڏيا آهن؛ جيڪڏهن رڳو اُنهن جو ئي مطالعو ڪيو وڃي، ته هوند سڄيءَ دنيا جي سير سفر ڪرڻ سان حاصل ٿيندڙ تجربن ۽ تجربن مان نڪرندڙ نتيجن کان وڌيڪ مواد ماڻهوءَ کي گهر ويٺي حاصل ٿي سگهي ٿو. اِن ڳالهه کان ڪو ٻه ڪن -تار نٿو ڪري سگهي ته اڄوڪيءَ دنيا ۾ ڪتبخانا ۽ لئبرريون، انسان لاءِ سچا پچا سِڪيا گهر آهن. ڪنهن ڏاهي جو چوڻ آهي ته ”جنهن قوم ڪتبخانا ۽ لئبرريون ڇڏي، هوٽلون ۽ سئنيمائون وسايون، سا قوم تباهه ٿي ويئي.“ ڪتاب دماغ ۽ سينا روشن ڪن ٿا، ۽ اُنهن ۾ سچ ۽ سونهن جو وکر ڀرين ٿا، ۽ هوٽلون ۽ سئنيمائون ذهني عياشيءَ جا اڏا آهن ۽ اُهي دماغن ۽ دلين جي درين تي انڌ ۽ بي عقليءَ جا پڙدا چاڙهي ڇڏين ٿيون. اسين، پنهنجي سماج ۽ پنهنجي ملڪ جو جائزو وٺنداسون ته معلوم ٿيندو ته اسان سان ٻه ساڳي حالت آهي. اسان جا ڪتبخانا ۽ لئبرريون تباهه ۽ ويران آهن، ڪتاب سڙي، سُرجي، اڌوهيءَ جو کاڄ ٿي رهيا آهن، ۽ اسان جا نوجوان هوٽلن ۽ سئنيمائن ۾ پنهنجون دماغي ۽ جسماني صلاحيتون ضايع ڪندا رهن ٿا. اُن ڪري، وقت جي وڏي ضرورت آهي ته اسان جا

سچاڻ ۽ سجاڻ ليکڪ، پنهنجن ماڻهن اڳيان، ڪتاب جي اهميت واضح ڪن، ۽ پنهنجن ماڻهن کي ڪتابن پڙهڻ جي هير وجهن، ڇو ته ڪتاب ئي سندن مداوا ۽ مسيحا بڻجي سگهن ٿا. ڪتاب ئي سندن سچا پچا رهبر ۽ رهنما ٿي سگهن ٿا. اڄ جي اقتداري سياست، اڄ جو ڳولو مذهب، اڄ جا پاروتا پر ڇڪيل مڪيل نظريا، ماڻهن ۾ وڏي مونجهاري جو باعث بڻجي رهيا آهن. اُن جو وڏي ۾ وڏو ڪارڻ به اسان جي بي علمي ۽ ڪتابن ڏانهن اسان جي بي ڌياني ئي آهي.

دنيا جي ٻولين ۾ وڏا وڏا ۽ اهم ڪتاب لکيا ويا آهن. اهڙيءَ طرح اسان جي ٻوليءَ سنڌيءَ ۾ به ڪيترا اهم ۽ وڏا وڏا ڪتاب لکيا ويا آهن، جن جو مطالعو اسان لاءِ تمام ضروري آهي.

اڄ اسين، سنڌي ادبي سنگت سڪرنڊ پاران جنهن ڪتاب بابت تنقيدي بحث ڪري رهيا آهيون، سو آهي "شاھ- سچل- سامي"، جيڪو سنڌ جي هڪ مها ليکڪ، ۽ برک ڏاهي، سائين محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. هيءُ ڪتاب، ٨٢ صفحن جو هڪ مختصر ۽ ننڍڙو ڪتاب آهي، جنهن جي قيمت صرف ڇهه روپيا آهي ۽ جيڪو ٽن ٻين ڪتابن- شاھ جي رسالي، سچل جي ڪلام ۽ ساميءَ جي سلوڪن- جي مطالعي تي مشتمل آهي.

جويي صاحبَ، اسان کي اسان جي ٻوليءَ ۾ سدائين پختو، سچو، صحتمند، زندگيءَ جي قدرن جي نمائندگي ڪندڙ ۽ قوم لاءِ ڪارائتو ادب پئي ڏنو آهي، پوءِ اُهو مضمونن جي صورت ۾ هجي، ترجمي جي شڪل ۾ هجي، يا ڪتاب جي جامي ۾. اهڙيءَ طرح، هيءُ سندس ننڍڙو ڪتاب پڻ اهڙن ئي پختن، صحتمند ۽ سچن بنيادن تي لکيل آهي. هن ڪتاب جو مطالعو اسان کي پنهنجن عظيم شاعرن - شاھ، سچل ۽ ساميءَ جي عظيم فڪر، سنيهي ۽ سندن دؤر جي سچيءَ پچيءَ تاريخ جو نقشو پيش ڪري ٿو. هن ڪتاب ۾ فاضل ليکڪ، ١٦٨٩ع کان ١٨٥٠ع تائين، يعني شاھ لطيف جي جنم کان ساميءَ جي وفات تائين. اُن سچي دؤر جو سياسي، مذهبي ۽ تهذيبي پس منظر بيان ڪيو آهي ۽ ٻڌايو آهي ته ٽن عظيم شاعرن جو ڪردار پنهنجي دؤر ۾ ڪهڙو رهيو آهي، ۽ اُنهن قوم جي اڳيان ڪهڙي قسم جو فڪري ادب ۽ ادبي فڪر پيش ڪيو آهي.

اها هڪ حقيقت آهي ته شاھ، سچل ۽ ساميءَ جن کي جويي

صاحب، "سنڌ ۽ سنڌي سماج جي سجاڳ جا شاعر" سڏيو آهي. اسان جا عظيم شاعر آهن ۽ سنڌ لافاني ڪلام جا ڪتاب، جي اسان وٽ شاهہ جي رسالي، سچل جي ڪلام ۽ ساميءَ جي سلوڪن جي نالي سان موجود آهن، اسان لاءِ اهڙي ئي حيثيت رکن ٿا. جيڪا مسلمان لاءِ قرآن، فرينچن لاءِ روسي ۽ والٽيئر جي تخليقن ۽ ڪميونسٽ دنيا لاءِ داس ڪئپيٽل کي حاصل آهي.

اسان جي مٿين عظيم شاعرن، خاص ڪري شاهہ جي ڪلام، فڪر ۽ دؤر جي باري ۾ اسان جي ڏيهي ۽ پرڏيهي عالمن گهڻو ڪجهہ لکيو آهي: پر سواءِ ڪن ٿورڙن جي ٻين سڀني جو رُخ روحاني لاڙن ڏي لڙي ويو آهي، ۽ ڪا پختي ۽ سنڌ جوڳي لکيت اسان وٽ موجود ڪانہ آهي. سواءِ ايچ. ٽي. سورلي جي "شاهہ آف ڀٽ"، مولانا دين محمد وفائيءَ جي "شاهہ جي رسالي جي مطالعي"، جي. ايم. سيد جي "پيغام لطيف". ۽ تنوير عباسيءَ جي "شاهہ لطيف جي شاعري" جي، ٻيو ڪو اهڙو ڪتاب اسان دنيا ۾گيان پيش ڪري ٿا سگهون، جنهن ۾ شاهہ جي دؤر ۽ شاعريءَ جي صحيح ڇنڊڇاڻ ٿيل هجي. اُن ڪري، ضرورت هئي تہ جديد دنيا جي تقاضائن ۽ نون تنقيدي لاڙن جي روشنيءَ ۾، مٿين عظيم شاعرن جي شاعريءَ ۽ دؤر جي ڇنڊڇاڻ ڪئي وڃي شاهہ اسان جو عظيم شاعر هو، پر سندس عظمت جا ڪارڻ ڪهڙا هئ، هن ڪهڙين ڏکين حالتن ۾ ثابت قدميءَ جو مظاهرو ڪيو، هن ڪهڙين ڌرين ۽ ڪهڙن طبقن کي پنهنجي شاعريءَ جو عنوان بنايو، جنهنڪري هن جو وجود اسان لاءِ عظمت جو اهل آهي؟ سچل ۽ سامي برابر سنڌ جا وڏا شاعر آهن، پر سندن وڏائي ڪهڙين ڳالهين ۾ سمايل آهي، اِن ڏس ۾ اسان جي عالمن ۽ اديبن تمام گهٽ ڌيان ڏنو آهي، پر آئون تہ ائين چوندس تہ سوچيو بہ نہ آهي.

جويي صاحب، پنهنجي جاندار قلم ۽ سگهاري سوچ جي ٻٽي سنگم سان، اِن ڏس ۾ جرئتمنداڻو قدم کڻي، تحقيق جس جوڳو ڪم ڪيو آهي. هن اسان کي ٻڌايو آهي تہ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي وڏائي اِن ۾ آهي تہ هُو اسان جي "قومي سجاڳ جا شاعر" آهن، هنن بحراني دؤر ۾ جنم ورتي، پنهنجي پنهنجي سگهاريءَ شاعريءَ ۽ فڪر وسيلي، قومي ٻوليءَ ۽ ٻوليءَ جي بچاءَ جو اهم ۽ ڏکيو ڪم ڪيو. هنن اهو ڪم اهڙي دؤر ۾ ڪيو، جڏهن

مذهب ۽ رياست (سياست) ۽ ڳنڍ جوڙ مُلن ۽ حاڪمن جي اثر هيٺ هئا. ۽ سندن اتحادَ سنڌي تهذيب کي نقصان پئي رسايو. اِن خيال کان شاهه، سچل ۽ ساميءَ جو جنمُ وقت جو وڏو انقلاب هو.

هن ڪتاب جي وڏي ۾ وڏي سُنائي اها آهي تہ فاضل مصنفَ، اسان جي عظيم شاعرن جي شاعريءَ جو مطالعو اُن دور جي سياسي، مذهبي ۽ تهذيبي پس منظر ۾ ڪيو آهي، جيڪو طريقو جديد دنياجو مڃيل تنقيدي طريقو آهي.جويي صاحب هن ڪتاب ۾ ٻڌايو آهي تہ 'مذهب، رياست ۽ تهذيب' 'انساني سماج جي تنظيم جا ٽي لازمي ۽ بنيادي شعبا آهن، (ص - ١٨) 'انسان، اڻ ڏٺي جي خوف، ٻئي انسان جي خوف ۽ خود پنهنجي اندر جي حيوان جي خوف کان، هڪ وڏو بچاءُ- گهر يعني سماج ٺاهي ٿو؛ ۽ مٿين ٽنهي خوفن جي بچاءَ لاءِ وري مذهب، رياست ۽ تهذيب جا ٽي خول بنائي ٿو. اِڪتي هلي، مذهب ۽ رياست، ڪن مستقل مفادن- حاڪمن ۽ مُلن جي ور چڙهي وڃن ٿا. ۽ آهي ٻيئي قوتون سٽل ڪري، انساني آزاديءَ تي بند وجهن ٿا. مذهب ۽ رياست جو اهو سنگم، "ذهني هوڏ ۽ اقتدار جي آپيشاهيءَ" کي جنم ڏئي ٿو ۽ اُن ۾ طاقت مِڙي جڙي، "حاڪم ۽ مُلي" جي صورت ۾ هڪ هنڌ وچي جمع ٿئي ٿي.' (ص ٢٢). اِڪتي هلي اهو ڳنجوڙ، انسانن ۾ طبقاتي ويڇا پيدا ڪندو آهي، ۽ وڏا بحران جنم وٺندا آهن. جڏهن مذهب ۽ رياست جو تشدد ۽ تنگ نظري، سماجي بحرانن جي صورت وٺندا آهن، تڏهن عقل ۽ امنگ جون متحرڪ قوتون، ايمان ۽ طاقت جي جامد قوت خلاف جنگ جوٽيندڙيون آهن. پوءِ، 'حساس ذهنن ۾ بهشت جو خواب جلوه گر ٿئي ٿو ۽ عام ماڻهو بيزاريءَ ۽ انتقام جي جوش ۾ اچن ٿا، ۽ پوءِ ڪنهن زوردار ڌماڪي يا باهه جي ڀڙڪي کي روڪڻ ڏاڍو مشڪل ٿئي ٿو' (ص - ٢٣).

جويي صاحب، اِن مد ۾ وڌيڪ ڏسيو آهي تہ 'بُحران حالتن جي ڪايا پلٽ لاءِ فطرت جا وسيلا هوندا آهن ۽ بحرانن ۾ ئي قومن جي قسمت جا بنيادي سوال اُٿندا آهن... بحرانن ۾ ڪيترائي بيجان ۽ فضول ادارا ختم ٿي وڃن ٿا... ڪنهن بحراني دور جو ڪو هنگامو يا حادثو حساس ذهنن کي نقصان ڪونہ ٿو پهچائي سگهي... حساس ذهن جا مالڪ، طاقتور ۽ جاندار مفڪر، شاعر ۽ فنڪار، خطري جي فضا کي سُٺو ٿا سمجهن... وڏن ۽

دکدائک تجربن ۾ ذهن پختا ٿين ٿا- برخلاف اُن جي، مکمل سانت واري ماحول ۾ تخليقي ذهن کي ذاتي زندگيءَ جا مفاد ۽ سک، کوريئڙي جي چار وانگر، ويڙهي نستو کري ڇڏين ٿا... تلهيءَ ۽ بي فيض لياقت وارا ماڻهو وڏي اڳيان اچن ٿا ۽ اُنهن لاءِ فن، فکر ۽ ادب رڳو هڪ تجارت يا سوداگري ٿي پون ٿا... بحراني صورتحال ۾ اهڙا هلڪا ۽ ننڍا ماڻهو بهرحال کک پن ٿي ويندا آهن، (ص - ٢۴). بحرانن ۾ يگانا ذات ڏٽي ۽ عظيم شخص ئي مثل زندگيءَ ۾ جان وجهندڙ تحريڪن جا مرکز، محرڪ ۽ واضح نشان يا اظهار ٿي اُڀرندا آهن' (ص-٢۵).

جويي صاحب، مٿينءَ ڪسوٽيءَ جي بنياد تي ثابت ڪيو آهي تہ 'شاهہ، سچل ۽ سامي، سنڌي سماج جي هڪ وڏي بحراني دور جي پيداوار آهن. هو ذهني دنيا جا عظيم تخليق ڪار آهن... ۽ هو سنڌي سماج جي نئين جنم جا نقيب آهن' (ص - ٢۵).

هن ڪتاب مان اسان کي خبر پوي ٿي تہ هنن ٽنهي ذري گهٽ سهيوڳي شاعرن، مذهب ۽ سياست جي سنگم واري بحراني دور ۾ جنم ورتو هو. شاهہ جي زماني تي مذهبي ۽ سياسي طرح اورنگزيبي سياست ۽ ڪٽر مذهبي تعصب جو اثر هو. شاهہ جي اڳيان نائين صديءَ جي اڌ کان سورهين صديءَ جي شروع تائين ذري گهٽ ست سؤ سالہ آزاد سنڌ جي تاريخ (۵٠٠ سال سومرن جي دؤر ۽ ٢٠٠ سال سمن جي دؤر) جوتصور بہ موجود هو، جنهن دؤر مان ئي سنڌ جا سمورا تاريخي ۽ نيم تاريخي قصا، عشقيا داستان، لوڪ ڪهاڻيون، لوڪ سورما ۽ لوڪ گيت وابستہ هئا. گڏوگڏ شاهہ جي سامهون ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي ہہ سؤ سالہ غلام سنڌ جو نقشو بہ موجود هو؛ سنڌ ۽ سنڌي سماج جي اُنهن ہن سؤ سالن جي غلاميءَ جا پويان ۴٧ سال شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي اکين پاڻ بہ ڏٺا (ص - ۵٠). ان کان سواءِ، آدم شاهہ ڪلهوڙي جي شهادت، ميان شاهل محمد جي مغل حڪمرانن سان وطن خاطر وڙهندي شهيد ٿيڻ جو واقعو، ميان نصير محمد جا طويل قيد و بندَ، ميان دين محمد ۽ ساٿين جي شهادت، يار محمد ڪلهوڙي جون اورنگزيب جي پُٽ معزالدين سان ڪاڏل چڪريون، جهوڪ جي سانحي ۽ نادر جي حملي جا دردناڪ واقعا ۽ ڊراما بہ شاهہ جي نظر ۾ هئا. گڏوگڏ، مُلي محمد هاشم ٺٽويءَ ۽ سندس ساٿوڙي تعصبي عالمن جون

فتوائون ۽ غير مسلمانن سان تعديون بہ ڏسندو رهيو. اِنهن سيني رياستي ۽ مذهبي ڏاڍاين ۽ بحرانن جي چاڻ ۽ مشاهدي شاھ لطيف جي طبيعت ۾ بغاوت ۽ انقلاب جا جذبا پيدا ڪري وڌا هئا. اهڙيءَ طرح، اِهي سڀ ۽ اُن کان پوءِ ٿيندڙ واقعا، سچل ۽ساميءَ جي ذهن تي پڻ اثر انداز ٿيندا رهيا. جهوڪ جي اندوهناڪ معرڪي وقت شاھ صاحب ٢٨ ورهين جو هو ۽ نادر جي حملي وقت سندن عمر ٥٠ ورهيہ هئي؛ جڏهن تہ نادر جي حملي وقت سچل سائين ١١ ورهين جو ۽ سامي ڏهن ورهين جو هو. ان ڪري، اهو فطري امر هو تہ مٿين ٽنهي عظيم شاعرن جي شاعري مٿين سمورن واقعن ۽ بحرانن کان متاثر ٿي هئي ۽ اُن پس منظر ۾ رچي وئي هئي. جويي صاحب، ان حقيقت کي کولي، اسان جي اڳيان بيان ڪيو آهي، ۽ ٻڌايو آهي تہ اِنهن بحرانن جي شدت ئي اصل ۾ شاھ، سچل ۽ ساميءَ کي پچائي، رچائي ريٽو ڪيو؛ ۽ اهي ئي حالتون سندن سچي پچي عظمت جو ڪارڻ آهن، جو هنن اِن بحراني دؤر ۾ قومي ايڪي ۽ ٻوليءَ جي ستَ رکيا جو سبق ڏنو.

جويي صاحب جي هن ڪتاب جي ٻي هڪ خوبي تاريخ جي ادائگيءَ ۽ بيان جو انداز آهي، جو انتهائي نئون ۽ نين حالتن سان ٺهڪندڙ آهي. هن ٻڌايو آهي تہ مُغل سامراج کان سنڌ آزاد ڪرائڻ واريءَ تحريڪ جو اتر سنڌ ۾ مرڪز ڪلهوڙا هئا، ۽ اُن تحريڪ جو پيو دائرو ڏکڻ سنڌ (لاڙ) ۾ جهوڪ جو علائقو هو، جنهن جا روح روان جهوڪ جا بزرگ هئا. اورنگزيب جي وفات بعد ڪلهوڙن آزاد سنڌ جي قيام لاءِ جدوجهد ڪئي، ان سلسلي ۾ ميان يارِ محمد ڪلهوڙي جون اورنگزيب جي پُٽ معزالدين سان چڪريون قابل ذڪر آهن، جنهن سنڌ جو وڏو حصو مغل تسلط کان آزاد ڪرائي ورتو هو؛ پر ’بدقسمتي تہ ڏسو، اُهو ئي ميان يار محمد ڪلهوڙو، جنهن مغلن کان سيوهڻ، بکر ۽ سيوي آزاد ڪرايا.... پنهنجي عظيم قومي مقصد يعني سنڌ جي قومي اتحاد ۽ قومي رياست جي قيام کي وساري، پاڻ سنڌ جي معصوم شهيد شاھ عنايت جي شهادت ۾ اُنهن ساڳين سنڌ جي خون پياڪ مغل دشمنن جو حامي ٿي بيٺو!‘ (ص-٥٦). جهوڪ جو واقعو ١٧١٨ع ۾ ٿيو، ۽ مغلن سنڌ مان آخري طرح تيز ١٧٣٧ع ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ ٻڌا. اُن تي تبصرو ڪندي جويو صاحب لکي ٿو تہ: ’رڳو ڪلهوڙا جيڪڏهن ويهہ سال اڳ اها سياسي غلطي (يعني شاھ عنايت جي شهادت) نہ

ڪن ها، ۽ نئين جي ”نوابي“ لاءِ مغلن تي نہ پر اُتر سنڌ وانگر ”ملڪ نئين“ (ڏکڻ سنڌ) جي نجات لاءِ پاڻ ئي جھڙي درويش مجاهد، صوفي شاھ عنايت شهيد ۽ هَن جي ”فقيرن“ تي ڀروسو رکن ها، تہ سنڌ جي اتحاد ۽ آزاديءَ جو سندن خواب ويھہ سال اڳ عمل ۾ اچي ها، ۽ اُنهن ويهن سالن جي عرصي ۾ کين پنهنجي وطن کي خوشحال ۽ مضبوط ڪرڻ جو سونهري موقعو بہ ملي وڃي ها. نہ شڪست ڪاڌل محمد شاھ رنگيلي کي سنڌ نادر شاھ جي حوالي ڪرڻ جو سبب رهي ها ۽ نہ خود نادر شاھ کي ئي موٽ ڪائي، سنڌ تي حملي ڪرڻ جو ايترو سولو مِنهن ۽ ايتري جهٽ پٽ ڪا همت ٿئي ها.“ (ص ٨٩).

مٿي جويي صاحب بيان ڪيو آهي تہ جيڪڏهن ڪلهوڙا شاھ عنايت جي شهادت جي غلطي نہ ڪن ها تہ سنڌ ويهہ سال اڳ آزادي ماڻي ها. اهو تجزيو، اهو تاريخ لکڻ جو انداز، نئون ۽ جديد آهي. اِن خوبيءَ، جويي صاحب جي لکيت کي وڌيڪ وزندار بنايو آهي.هن صاحب، پنهنجي تجزيي موجب، سنڌين جي شڪست لاءِ ”سنڌي سماج جي اندروني نفاق“ کي جوابدار ٺهرايو آهي. اها هڪ حقيقت آهي تہ سنڌين جنگ جي ميدان تي ڪڏهن بہ نہ هارايو آهي، پر سندن هار جو سبب هر هميشہ پنهنجو اندروني نفاق ئي رهيو آهي. ’تاريخ شاهد آهي تہ اهو ساڳيو نادر هو ۽ اُها ساڳي سندس فوج هئي، جو هڪ سال اڳ، ١٧٣٩ع ۾، هو قنڌار جي فتح ڪان پوءِ بولان جي دري جي رستي هندستان تي حملي ڪرڻ جو سوچي رهيو هو، پر اِن رستي سان سيوي ۽ گنجابي جي حاڪم ميان نور محمد کي مقابلي لاءِ تيار بيٺل ڏسي، هن بولان دري جو رستو ڇڏي، غزنيءَ، ڪابل ۽ خيبر جي دري جو رستو اختيار ڪيو‘ (ص -٦٠).

نادر ١٧٣٩ع ۾ سنڌ تي حملو ڪرڻ جو ست ساري نہ سگهيو هو، پر ساڳئي سال جي آخر ۾ ڪلهوڙن ۽ سندن ئي خاندان جي ٽڪ دائودپوٽن ۾ جڏهن ٽڪر ٿيو، تہ امير محمد صادق خان دائودپوٽي نادر شاھ کي هر قسم جي مدد جي آڇ ڪئي؛ ۽ هن سنڌ تي حملو ڪري، سنڌ جي وحدت ياڳا ياڳا ڪري ڇڏي، ۽ سنڌ جي ملڪيت ڀهاري ڪٽي ويو. انهن حالتن لاءِ سنڌين جي اندروني نفاق کي ئي جوابدار چئي سگهجي ٿو.

هن ڪتاب ۾ جويي صاحبَ، شاھ، سچل ۽ساميءَ جي شاعريءَ تي راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ ’شاھ، سچل ۽ ساميءَ جي اعليٰ شاعري پنهنجي سچ،

نيڪيءَ ۽ ڪمال حسن سان سنڌي ٻوليءَ ۾ محفوظ آهي. ۽ سنڌي ٻولي سندن انهيءَ فڪر ۽ فن جي قوت سان اڄ سنڌي ماڻهن جي اجتماعي وجود ۽ اُن جي اتحاد ۽ بقا جو نشان ۽ اُن جي پيڙهہ جي ضمانت آهي (ص ٧٨). گڏوگڏ شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي دؤر واريءَ سنڌ جو نقش چٽيندي، جويي صاحب اُن سنڌ لاءِ سندن شعر کي سندن هڪ تصورَ ۽ هڪ خواب جو عڪس سڏيو آهي، جو 'شاهہ جي حساس ذهن ۾ سنڌ ۽ سنڌي سماج جي غلاميءَ جي جهنم جي خلاف ڪنهن ٻَر بهارَ ۽ روح پرور مسرت جي بهشت جي خواب جيئن جلوه گر ٿيو هو- سنڌ جي سياست، سنڌ جي مذهب ۽ سنڌ جي تهذيب کي پنهنجو سڏڻ ۽ اُنهن ۾ پنهنجائپ جي ڏسڻ جو خواب' (ص-٥٥). شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جي نظر ۾ نئين انسان ۽ نئينءَ سنڌ جو ڪهڙو تصور هو، ان جو ذڪر جويي صاحب اجهو هيئن ڪيو آهي:

"هنن سنڌي سماج جي آڏو نئين انسان جو تصور پيش ڪيو. هنن سنڌي سماج کي نئين اجتماعي وحدت جي شعور کان واقف ڪيو ۽ اُن لاءِ ڪين عملي راهہ ڏيکاري- قومي تهذيب، ۽ قومي مذهب ۽ قومي سياست جي راهہ، مشترڪ مفاد ۽ باهمي تعاون جي راهہ، محبت، رواداريءَ ۽ اتحاد جي راهہ، عمل ۽ قربانيءَ جي راهہ. هنن جي سامهون سنڌ ۽ سنڌي سماج جي آزاد، باوقار، بامقصد ۽ خوشحال وجود جو خواب هو، ۽ هنن وٽ اُن خواب جي تڪميل جو رستو بہ هو- ڀيائيءَ ۽ ويجي کي هٽائڻ جو، پنهنجن کي پنهنجو ڪرڻ جو، ٻڌيءَ ۽ ايڪتا جو، سچ، نيڪيءَ ۽ سونهن کي پاڻ آرپڻ ۽ اُنهن تان پاڻ نڇاور ڪرڻ جو، سچي ماڻهپي جو، ماڻهوءَ جي مريادا ۽ مانَ ۽ ماڻهوءَ جي شيوا ۽ پيار جو، انساني تهذيب جي عروج ۾ پنهنجي حصي جي فرض ادا ڪرڻ جو، عالمي امن، اتحاد ۽ ترقيءَ جي جدوجهد ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو." (ص - ٨١)

مطلب تہ هيءَ ڪتابَ، سيين پرئين پورو، مڪمل ۽ مستند ڪتاب آهي. پر ايڏن گڻن ۽ ڪامل معلومات جي ڀنڊار هئڻ جي باوجود، هِن ڪتاب ۾ هڪ ڳالهہ جي مون کي کوٽ ڏسڻ ۾ آئي آهي. جيتوڻيڪ اُن کوٽ جي پورائيءَ لاءِ مختصر خاڪو بہ ڏنو ويو آهي: اها کوٽ آهي تہ جهڙيءَ طرح شاهہ جي دؤر جي مڪمل چنڊڇاڻ پيش ڪري، تاريخ جو مڪمل رُخ پيش ڪيو ويو آهي، اهڙيءَ طرح سچل ۽ ساميءَ جي دؤر، يعني ڪلهوڙن جي

آخري دؤر، غلام شاهہ جي دؤر، ٽالپرن جي سڄي دؤر ۽ انگريزن جي اوائلي دؤر (جيسين سامي زنده هو 1850ع تائين) جو تذڪرو بہ مفصل اچڻ گهربو هو. بهرحال، ان ننڍڙيءَ ڪوتاهيءَ کان سواءِ، ڪتاب "شاهہ- سچل- سامي" پنهنجي هڪ دؤر جو هڪ بهترين معلوماتي ڪتاب آهي ۽ انهن ٽنهي عظيم شاعرن جي شاعريءَ ۽ دؤر تي هڪ مستند نسخو آهي، جنهن جو مطالعو هر سنڌيءَ لاءِ انتهائي ضروري آهي.

[سنڌي ادبي سنگت، سڪرنڊ پاران 1986ع ۾ ڪتاب "شاهہ - سچل - سامي" تي ٿيل تنقيدي ڪچهريءَ ۾ پڙهيل مقالو.]

kinds, providing love and sustenance in just and equal meausre to all. This is the very least we can do as our home-age to Latif, our wise teacher and loving friend.

Says he to us:

سُتا اُٿي جاڳُ، ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي نہ ملي.

Oh you who are asleep, rise!
Sleep so long and entire will not do;
The fruit and felicity of sovereign life
None has enjoyed while sleeping.

Let us then hed Latif's wise message and hitch our wagon to the star, and sprint along.

The creation of this marvellous portrait of Hazrat Shah Abdul Latif Bhitai by our inspired artist Mohammad Ali, will keep us reminded of our duty to keep awake and maintain the vigil expected of us on the path to touch the stars.

We should be sincerely thankful to Muhammad Ali, our young artist, for creating and putting this yet one more alarm-clock for us on time, here in the Institute of Sindhology, University of Sindh.

May we never forget that Latif, the soul of Sindh, its life breath, the universal poet, and yet our own poet, is sitting here in the gallery of our great national heroes, thinking of us and meditating on our fate, and watching us as to what we are doing about it.

جيئي لطيف!
جيئي لطيف جي سنڌ!
جيئي لطيف جو سنڌي عوام!

Let Latif live!
Let Latif's Sindh live!
Let Latif's Sindhi people live!

So long you are the cup-bearer,
Let the cup not he intercepted and held up,
Your distribution, Oh master of the tavern!
is like that of the Sun,
Take the cup of love and give it particularly
to those deprived and weak.

If we, even today, respond to this godly message of "equality among nations" and avoidance of interceptions" ensuring free flow of "the cup of love and sustenance" among all, in the interests of peace, justice and common good, we shall be redeemed and saved-not after death, but every durig death-we, that is, not only we in Sindh and others in Pakistan, but all the peoples and nations of the world, threatened by imperialisms national and foreign, and the whole of mankind, threatened by what a sunday Magazine, the Miami Herald's columnist. Gene Weingarten, has termed "the most terrible technology of all", the thermo-nuclear technology. Latif's Risalo, which, again I say, means his "Message", can indeed work like what the columnist has termed "the lever inside the coffin" to enable us all, if we are not already dead, to open the coffin's lid and tear apart the shourd and get out. And it also is, again in the columnist's terms, "the breathing aperture" inside the coffin, so that we would not suffocate before operating the lever or tearing the shroud open to regain our access ro free air and our chance and our right to survival.

Let us, therefore, on our part at least, remember always that Sindhi, our mother tongue, the language in which the godly voice of Latif has been heard by us, is the :"lever" and his call and exhortation to us for self-assessment and self-realization as a people is our "breathing aperture". Let us then unite in our devotion to our land and our language, and finding strength in unity, struggle for equality among nations and for a state of bliss on earth sans interceptions of all

formative periods of her socio-cultural identity.

Latif's poetry has its literary excellence and sufistic credo beyond measure and description, and it has its artistry and methodicalness too. But, above all, it is a source of strength for the people of Sindh, for it also marks the full extent and maturity of their language as an emblazoning saga of their life and spirit through the ages.

In this Auditorium, while reading a paper on the life and work of Hussamuddin Shah Rashdi earlier in the month, I had said that languages were miracles of nature and some entirely unique phenomena of human history. Emergence of a language ipso-facto meant emergence of a people, a socio-cultural collective, a centre of power and authority. And then when time came for God too, or for some godly voice, to speak to a people in their language, they, from that point of time onwards, simply did not accept living as a second class people or as a nation less-equal among nations. Poland and Ireland were the modern history's two most remarkable instances of this kind, and if any instance nearer at hand was neeed, that two enacted itself recently right in the midest of us and before our very eyes.

Latif, thus, has provided us with a haven, a refuge, and a vitalism, which resurrect peoples and nations to life and save them in times of the wildest of crisis--the haven being the language and the vitalism being the message. Let us therefore take to the haven and hold fast and pay our heed to the message. The Linguistic bond of support and unity, and equality among nations, the identity and peaceableness, in the insterests of justice and common good of all.

Says Latif:

سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪارَ،
دوست مٺا دلدار، عالمَ سڀ آباد ڪرين.

Oh God, let Sindh prosper!
Oh Gracious Friend, let nations prosper!

جان تون ساقي آهين، تان وٺــي وڃ مَ وِجهہِ،
تنهنجو جڪرا، آهي ثانـي سجـودَ.
نينهن پيالو، ڪاس ڏج ڳهين ڪي.

of this ever felicitious land of Sindhu whom the poet himself has idealized in the following ringing words.

تکا جَهل نہ پَل، نکو رائر ڏيهہ ۾،
آڻيو وڃهن آهرين روڙيو رتا گل،
مارو پاڻ امل مليرون مَرڪئو.

This could read in English thus:

No restrictions, no restraints, and
no impositions in the Land either,

Freely they bring home red, beautiful flowers arm-fuls of them,

Prceless people they, proud of their Land,
and the Land proud of them.

Latif, thus, visualised almost a utopian future, a bliss of future, for both his land and his people.

Indeed, Sindh, during Latif's times, was awakening to a sense of nationhood and had to struggle for recognition and national self-expression. Nearly two and a quarter centuries (1520-1736) of foreign rule and tyranny of the sawage Mangols- the Arghuns and Tarkhans, and the Mughals (who no doubt were all Muslims), was just ending after a prolonged night of darkness and suffering, and the incessant flow of blood of her children was coming to a strop, while Sindh attained freedom and unity and her people their independence and sovereignty.

Latif's Risalo, which means his "Message", represents that quest of Sindh's freedom and urge for national identity and self-expression. Latif's was an exhortation to the people of Sindh for self-asertion and self discovery as a people. Latif's Risalo is, therefore, more a national classic than a religious or philosophic treatise. It is set forth as a tradion which emerged from the national life of Sindh, rooted in particular in the two of her most glorious periods of history-the Soomras and the Sammas, covering nearly seven centuries (from mid-ninth century to 1520 A.D), the great

# SINDH AND THE MESSAGE OF SHAH

[Read on the occasion of the unveiling of the Portrai of Shah Abdul Latif Bhitai at Pir Hussamuddin Shah Rashdi Auditorium, Institute of Sindhology, University of Sindh-29th April, 1984]

The Portrait of Latif (1639-1752) the soul of Sindh, its life-breath, the poet-universal, created by Muhammed Ali, is a unique work of Art. A great amount of study and research, a devoted purpose and reflection, must have gone in the creation of this portrait. It is a serious portrait by a competent artist, done with an artistic simplicity and complexity and artistic integration almost beyound words.

In the portrature of Latif's envisioned physiognomy and enduring personality thus, and with the study of his character with such a significant insight, the artist has captured an immortal moment in the cultural history of Sindh. The work depicts Latif as a human being pre-occupied with his life and destiny as affected by his physical, social and spiritual environment. Here before us in this portrait sits Latif, the rebel, the individual, and the saint, reflecting upon the fate of human solitude, longing disconsolately yet pernnially, for that which could be genuinely good for man, which could even be universal and abiding. A unique indivisuality of a human event in life's ceaselessly unravelling story of Sindh and its people has thus been depicted and exemplified by Muhammad Ali, our young and visionary artist, in this matchless portrait of Shah Abdul Latif, the guardian spirit of Sindh and the most unfailing and wakefull freind and guide of its people.

The creation of this portrait of Hazrat Shah Abdul Latif Bhitai is therefore, in itself, destined to be an immaculate and unfading mark of pride and honour in the verr-developing and self enriching life and culture of Sindh and of the people

# هن ڪتاب بابت

"... نئين نسل لاءِ اوهان پنهنجي ڪتاب [شاهه-سچل-سامي] ۾ سنڌي سماج جي قومي اتحاد لاءِ جيڪي تاريخي دليل ڏنا آهن، سي هر باشعور لاءِ مشعل راهه وانگر آهن.... منهنجي سمجهه مطابق سنڌ جي سمورن اديبن، شاعرن، عالمن، استادن، سياسي ۽ سماجي ڪارڪنن کي هن ڪتاب جو ضرور مطالعو ڪرڻ گهرجي...."

-ڊاڪٽر سليمان شيخ

".... هيءُ ڪتاب [شاهه-سچل-سامي] هڪ ڀيرو ته ڇا ڏهه ڀيرا پڙهڻ جهڙو آهي... ان ۾ اوهان سنڌي قوم جي سياسي، مذهبي ۽ ثقافتي تاريخ جو تَتُ ڏنو آهي...."

- محمد عثمان ڏيپلائي

"مفاد پرست حڪمران حلقن طرفان ملڪ جي قومي مسئلي کي مذهب جي دليلن ۾ منجهايو ويو آهي... اوهان جو ڪتاب... سنڌي سماج جي مستقل وجود جي اصولي جواز جو هڪ اهم ۽ بنيادي دستاويز آهي..."

- قاضي فيض محمد

"... 'شاهه- سچل- سامي' پهتو. الف کان ي تائين پڙهيم. ڪيترا نوان خيال ذهن ۾ آيا. اوهان کي مبارڪ هجي. خدا ماڻهن کي سمجهه ڏئي انهيءَ قسم جي لکڻ ۽ اهڙين لکڻين کي پڙهڻ جي...."

-پير حسام الدين راشدي

".... سنڌي ماڻهن جي ڪل- پاسائينءَ سماجي ارتقا ۾ معلوم ۽ نامعلوم بيشمار عظيم ماڻهن جو هٿ رهيو آهي. شاهه، سچل ۽ سامي به اُن جا اهڙا ئي عظيم معمار هئا... هنن اسان جي محبوب ڀونءِ اسان کي پنهنجي سلامتيءَ، آزاديءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪهڙي سکيا ڏني ۽ ڇا ٿي سيکارڻ گهريو- اوهان جي ڪتاب... اسان کي اها ڳالهه سمجهائي آهي...."

- رسول بخش پليجو

"... سنڌ ۽ سنڌ جي ڏکويل ماڻهن لاءِ اوهان جي ڪيل قلمي ڪوشش ۾ هيءَ [شاهه-سچل-ساميءَ جي تصنيف] به هڪ اهم ۽ وقتائتي ڪوشش آهي.... پنهنجي زير تصنيف ڪم لاءِ مون اُن جي ڪن ڳالهين کي نوٽ ڪيو آهي...."

- جي. ايم. سيد